هفتيوار
# برسات
ڪراچي

ڊسمبر ٢٢ - ١٩٨١ع




## لطيفُ ايوارڊ

هِڪ جائزو اندر پڙهندا

## بديٽا نه ديکا
## توکُڇ پيءُ
## نه ديکا

## علي بابا
جي ڪهاڻي

سڄي عالم جون

## ڏند ڪٿائون

سنڌيءَ ۾ پهرين
انسائيڪلوپيڊيا (جا ٽيٽي)
سلسليوار پڙهندا.

قيمت: ٣ رپيا

چيف ايڊيٽر:
يوسف شاهين

ايڊيٽر:
عبدالرحمان پليجو

چيف رپورٽر: - طارق بيگ
آرٽ: — بزمي
مينيجر: — محمد يونس
اشتهار: — حامد سلطان
سرڪوليشن: — سيد مير واحد علي

نمائندو بدين
زهير حسين حيدري

هي پرچو افرو ايشيا پرنٽنگ پريس ناظم آباد ڪراچيءَ مان يوسف شاهين ڇپائي پڌرو ڪيو.

جلد: ۹ — شمارو: ۵۰

## ايڊيٽوريل

اسان کي خوشي آهي ته
سنڌ مان تمام وڏي پيماني تي تيل لڌو آهي.
اسان کي خوشي آهي ته
سنڌ ۾ هن ملڪ جي سڀ کان وڏي اسٽيل مل لڳائي
وئي آهي.
اسان کي خوشي آهي ته
سنڌ ۾ سڀ کان وڏا اسامونڊي ۽ هوائي بندر آهن.
اسان کي خوشي آهي ته
سنڌ ۾ سڀ کان گهڻا ڪارخانا آهن.
اسان کي خوشي آهي ته
سنڌ پاڪستان جي بجيٽ جي پنجهتر فيصد رقم مهيا
ڪري ٿي.
اسان کي خوشي آهي ته
سنڌ ۾ پاڪستان جي ماڻهن کي سڀ کان گهڻيون نوڪريون
ڏنيون وڃن ٿيون.
اسان کي فقط هڪ ڳالهه جو ارمان آهي ته:
اسين پاڻ ڪٿي آهيون.
اسين پاڻ کي ڪٿي ڳولهيون.
اسانجي ڳولا ڪٿي وڃي.

هفتيوار
برسات
ڪراچي
۲۹ پي اي سي ايڇ سوسائٽي - ڪراچي - فون - ۴۳۵۱۱۱

ي-ش

# بدِيٽانه دُيکا
# توکُڇ پِيئي نه ديکا

سنڌي ادب پويان، عمر جو قيمتي حصو وڃائڻ کان پوءِ، اسان جي دوست شمشير الحيدريءَ کي اها خبر پئي ته "پچڻ جو پيٽ پالڻ لاءِ" پنهنجي ٻارڙي جو گهر، سڀ کان مناسب آهي. اها ڳالهه سوچي، سنڌ جو هي اديب ۽ شاعر، ڪراچي ڇڏي، بدين هليو ويو. اتي ٿورو گهڻو ڪن ايڪڙ زمين ليز يا مقاطعي تي وٺي "زميندار اعظم" بڻجي ويو آهي. اسان ڪيس ڏاڍو سمجهايو ته، پريا مڙس! ضد تان لهي وڃ "سنڌي زميندار" الانگو ڪم آهي. توکان نه هارين کي ڪاريون ڏنيون ٿينديون ۽ نه ڪنهن جو واٽر پچائي، پنهنجو پاسو سائو ڪري سگهندين ۽ نه ئي توکان ٽپيدارن ۽ صوبيدارن جي رسائي ٿيندي. سنڌ ۾ زميندارين وڏيرڪي نظام تحت هلي ٿي، جتي پــلا گهوڙا، پلا ڪتا ۽ اپرا هاري ملن ٿا. ان نظام جو حصو بڻجڻ لاءِ وڏي دل گهرجي. اسان جو هي دوست، سنگل پسلي، سنڌي معاشري جي ان "اونداهي حصي" ۾ ڪيئن ٿو پير رکي. پيو نه ته، ڪيس سندس ئي هڪ ساٿي ۽ دوست قمر شهباز جي حال کان سبق وٺڻ گهرجي، جيڪو وڏيرڪي نظام بابت، ڪئين افسانا، فلمي ڪهاڻيون، ريڊيائي ناٽڪ ۽ فيچر لکڻ کان پوءِ دل جو مريض ٿي پيو آهي. هو ڪيترائي ڏينهن اسپتال ۾ داخل هو. هن سمجهيو ته سندس لکڻين ڪري، وڏيرڪي نظام ۾ ڏار پوندا. سنڌ ۾ هڪ نئون معاشرو جنم وٺندو، جتي هو رهڻو ڪندڙن جو مان ٿيندو، جتي هارين کي بکيو رکي سوگهو ۽ بي حال نه بڻايو ويندو.

هن چاهيو ٿي ته هي ڌرتي اهڙا هاري پيدا ڪري جيڪي محنت کي پنهنجو ايمان سمجهن ۽ پيٽ جي بجاءِ دماغ سان سوچين. قمر شهباز جي اها خواهش خبر نه آهي ته ڪڏهن پوري ٿئي. مگر، في الحال، هي جانٺو جوان، قداور ۽ باهمت شخص، دل جي هٿان ڏاڍو مايوس ٿي پيو آهي. ڊاڪٽرن ڪيس صلاح ڏني آهي ته، لنڊن وڃ. اتي دل جو آپريشن ٿيندو. جنهن لاءِ تقريبن ٽي لک رپيا گهرجن. سنڌي اديب ۽ ٽي لک رپيا. ڪوڙوني ننڍو لڳي. هي اڙدوءَ جو اديب ته نه آهي جو شوڪت صديقيءَ وانگر [خدا شل وڌ ڪريس] هڪ ناول لکي ٽي لک رپيا وصول ڪري وٺي. سنڌي ادب، ڏين جي حساب کان وڃ وانگر آهي، جنهن پويان پوڙهي وارا آخر ۾، بدين جو سنهن ڪندا آهن.

ڪو اهڙو به وقت هو جڏهن سنڌ جا ماڻهو علم ادب ۽ ڏاهپ جا ڏيئا روشن ڪرڻ وارن جو وڏو مان ڪندا هئا. شاهه لطيف کان سچل سائين، بلڪه مصري شاهه تائين، سنڌ جي ماڻهن، پنهنجن انهن شاعرن ۽ مفڪرن جو وڏو قدر ڪيو. هنن کي، سرنديءَ وارن، زمينون لکي پڙهي ڏنيون ۽ عام ماڻهن ٻور ڏڳا، چوپايو مال، نقدي، سون، چاندي ۽ پيون قيمتي شيون سندن خدمت ۾ پيش ڪيون ته جيئن سنڌ مٿان علم جا چراغ جلندا رهن. پر، اڄوڪي مادي دؤر ۾، خدا ڄاڻي، سنڌ کي ڇا ٿي ويو آهي. اسان پنهنجن اديبن، فنڪارن ۽ عالمن جو قدر ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي. فقط سڪيئون ڳالهيون، سڪتا نعرا هڻي اسين پاڻ کي خوش ڪري رهيا آهيون. آئون جڏهن، اخبارن ۾، سنڌين جو هي مطالبو پڙهندو آهيان ته "مائي ڀاڳي" جو علاج ڪرايو وڃي ته منهنجو ڪنڌ، شرم کان جهڪي ويندو آهي.

ان کان اڳ، اهڙائي مطالبا

آئون استاد محمدابراهيم، مسڪين جهان خان کوسي، گل محمد کتري ۽ ٻين اديبن، فنڪارن ساٿ ڳڙهي چڪو آهيان ۽ ڪئين ڀيرا مون پنهنجي سنڌي هنڌ تي افسوس جو اظهار ڪيو آهي. اسان جا مالهو چالن ۽ سچالن ٿا ته علي بابا هن ملڪ جو عظيم ڪهاڻيڪار آهي. هنجي ڪهاڻين ۽ ٽي وي ڊرامن کي بين الاقوامي شهرت ملي چڪي آهي. مگر، اسان سڀ، علي بابا جي ڪهاڻين کان وڌيڪ هنجي ذاتي ڏکويل زندگيءَ تي ڌيان ڏيون ٿا. هاڻ، اهڙا ناانصافي ۽ بي قدري بند ٿيڻ کهرجي. اسان اڳي ئي گهڻو ڪجهه وڃائي چڪا آهيون، جنهن جي تلافيءَ لاءِ ڪي جتن ڪهرجن. بهرحال، جيڪي بچيو آئون، ان کي وڃائڻ نه کهرجي. اسان ان مقصد لاءِ، سنڌ جي سيني وڏيرن، زميندارن کي اپيل ڪندا هون ته هو هاڻ، ميدان ۾ اچن ۽ هن ڌرتيءَ جو ڪي قدر قرض لاهين. اگر هڪ هڪ زميندار ٻه ٻه چار چار ايڪڙ زمين، سنڌي علم ادب لاءِ وقف ڪري ته صدين جا سور پل ۾ هلڪا ٿي سگهن ٿا. اسان ڄاڻون ٿا ته اهي زمينون انفرادي طور، اديبن ۾ ورهيون وڃن، مگر اسان جي ڪن اديب بزرگن جي سرپرستيءَ هيٺ، ڪو ادارو قائم ڪري، هي سمورو ڪم انهن جي حوالي ڪري سگهجي ٿو. ان سلسلي ۾، سنڌ جو عالم اديب ۽ مفڪر پير حسام الدين راشدي مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، محمدابراهيم جويو، غلام علي الانا صاحب، وڏي تدبر ۽ انصاف سان اهو ڪم سنڀالي سگهن ٿا. سنڌالاجيءَ جو ادارو به ان مقصد لاءِ ڪارآمد ٿي سگهي ٿو. اميد نه هيءَ صدا سنڌ ۾ پڌي ويندي.

✕✕✕

استاد بخاري

## اچا عمر ماروئي..

اچا عمر، مارئي، اچا ڪنڙ ڪوٽ،
اچا اڌر اوٽ، ماڻهن ۾ ماها پون.(۱)

اچا عمر، مارئي، اچا ڪپڙ ڪوٽ،
اچا آهر اوٽ، مارن ۾ سارا پون.(۲)

اچا عمر، مارئي، اچا ڦهر ڪوٽ،
اچا ڪڪر اوٽ، ڪانڊ تي ڪنوليون ڦرن.

ڪارو ڪوٽ اڏو، ڪوڙئين ڦهرن جو عمر!
وري پيٽ وڏو، ماندو ماهسين سور جو.

ڪوڙئين ڦهري ڪوٽ، ڪوٽن ڪيئن ڪنگرا،
ڪنگرن ۾ ڪنڊڙا، پا ٻڌا، ڪرنگها، ارج ۾.

اڳي ڪارا ڪوٽ، هاڻي ڳاڙهيون ماڙيون،
چڙهي چڙهي چوٽ، ڪرندا ڪنگرا پٽ تي.

(۱) ماها = خونريزيون، قتل
(۲) آهر = سهارو، ڀروسو

## وائي

تو جي ڪرم ڪيم، سمجهيم سمجهيم سي ميان!
ڪئين وپهي ڪيئن ڪلان جو، پٽين پير پٽيم،
سرها، سهڻا ڪيت سنڀاري، ڪوجها ڪوٽ ڪٽيم،
ٻوليون، ڌريون پانهيون، چوڙيون، گهڻا ڳٽ ڳٽيم،
ڏو ڏو ڌهل دماما تنهنجا، دم دم درد ڏسيم،
ايندي سان استاد بخاري، پيرا پوش پيم.

# ١٩٨١ع
# سنڌي ساهت سال

عبدالرحمان پليجو

١٩٨٠ع ۾ سنڌي اديبن گڏجي ١٩٨١ع کي سنڌي ساهت سال ڪري ملهائڻ جو فيصلو ڪيو ان ڪميٽيءَ جو چيئرمين غلام مصطفيٰ قاسمي چونڊيو ويو ۽ ميمبرن ۾ پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه، ڊاڪٽر سليمان شيخ، تنوير عباسي محمد ابراهيم جويو، نثار حسيني مهتاب اڪبر راشدي وغيره هئا. هي گڏجاڻي جنوري ۾ ٿي، ان ۾ جدا جدا ادارن پنهنجا پروگرام پيش ڪيا. ان جي نتيجي ۾ سنڌ الاجيءَ طرفان ڪيترن ڪيڻ، سيمينار ڪرائڻ ۽ ڪتابن جي نمائش ڪرڻ، سنڌي اسپيڪر فورم طرفان ڊبيٽون ڪرائڻ، سنڌي مقررن جي ڊائريڪٽري ڇپائڻ ۽ سگا طرفان ٻاراڻو ادب ڇپائڻ ۽ ڪهاڻي ڪانفرنس ڪرائڻ، شيخ عبدالمجيد ۽ سنڌ پبلشرس وارن ڪتاب ڇپائڻ ۽ مهورتون ڪرائڻ ۽ ادبيات طرفان ڪتابن جون نمائشون ڪرائڻ جا اعلان ڪيا ويا.

انهيءَ سجاڳيءَ جي لهر ۾ سنڌي ادبي سنگت به ننڍ چڙهي ۽ چونڊون ڪرائڻ جو اعلان ڪيو. سڄي سنڌ ۾ ادبي ثقافتي گڏجاڻيون ٿيون، ساهتي ۽ ثقافتي تقريبون ٿيون، ڪتابن جا مهورت ٿيا ۽ اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن سان شامون ملهايون ويون. انهي ڳالهه ۾ ٻار به پوئتي نه رهيا، مطلب ته سنڌ جي ننڍن وڏن، مردن ۽ عورتن سجاڳيءَ جي هن لهر ۾ ڀاڱ ملهايو آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان رني ڪوٽ ۾ ڪوٺايل ڪانفرنس به پنهنجو مٽ پاڻ هئي، ان ڏس ۾ دادو ضلع ڪائونسل جي نوجوان ۽ هڏ ڏوکي چيئرمين پير بخش خاصخيلي جي ذاتي دلچسپي به ساراهه جوڳي آهي.

لطيف ڪلچرل سوسائٽي ڪراچي طرفان سائين غلام مصطفيٰ شاهه ۽ ٻين بزرگن ۽ جوانن گڏجي سنڌي ساهت جو آخري پروگرام سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايو ان ۾ سگا جو تعاون به قابل قدر آهي.

هزارها سنڌي وڏي چاهه ۽ اڪير سان ڪراچيءَ ۾ اچي ڪٺا ٿيا. ٽن ڏينهن جڻ ته ميلو هو. ڇا جوان، ڇا ٻڍا، ڇا ٻار، ڇا عورتون سڀني دل جان سان حصو ورتو.

پڇاڙيءَ واريءَ گڏجاڻيءَ ۾ سائين غلام مصطفيٰ شاهه ڪراچيءَ ۾ شاهه لطيف عجائب گهر قائم ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي هن ڪراچيءَ ۾ قديم سنڌي آبادين ۾ اسڪولن ۽ ٻين بنيادي سهوليتن نه هئڻ تي به ڏک جو اظهار ڪيو. هن مطالبو ڪيو ته ڪراچيءَ ۾ اينديڙ سنڌين جي لاءِ سهوليتون مهيا ڪيون وڃن هن چيو ته ڪراچي جي وڌندڙ سنڌي آباديءَ جي ٻارن لاءِ سنڌي اسڪول نٿا کوليا وڃن هن چيو ته مادري ٻولي ۾ علم پرائڻ جو حق ڪسڻ دراصل اردو ٻوليءَ سان ئي دشمني آهي. شاهه صاحب اهو به چيو ته اهڙيون سماجي حالتون پيدا نه ڪيون وڃن جن سان مختلف طبقن ۾ ٽڪراءُ پيدا ٿئي. شاهه صاحب سنڌي صورت ڪانفرنس ڪوٺائڻ ۽ سنڌي عورتن جون تنظيمون ٺاهڻ جي به تلقين ڪئي.

ڊاڪٽر سليمان شيخ انهن پڙهيل سنڌين کي ننديو جن جي گهرن ۾ سنڌي نٿي ڳالهائي وڃي. هن سنڌ جي پرائمري اسڪولن جي زبون حالت ۽ سنڌي ماستر جي، کوٽ

جي وڏيري اڳيان، مجبوريءَ جو ذڪر ڪيو. هن ٻولي ڪائونسل ۽ تعليمي ڪائونسل قائم ڪرڻ جي گهر ڪئي جيڪا لنگويج ائڪٽ تي عمل ڪرائي. نصابي غير نصابي علمن تي نظر رکي.

٢٩ نومبر تي سيد غلام مصطفيٰ شاهہ پنهنجي پريس ڪانفرنس ۾ ٻڌايو تہ هڪ ڪروڙ رپين جي لاڳت سان سنڌي لٽريچر فائونڊيشن ۽ شاهہ لطيف گهر جنهن ۾ ميوزم سان گڏ لئبرري بہ هوندي قائم ڪيا ويندا. هن حڪومت کان گهر ڪئي تہ اڳوڻي وڪٽوريا ميوزم واري عمارت انهيءَ مقصد لاءِ ڏني وڃي.

سنڌي ساهت سال ڪانفرنس جي پڄاڻيءَ تي بحال ٿيل تاريخي ٺهرائن ۾ حڪومت کان گهر ڪئي وئي آهي تہ "سنڌي ٻولي جي تعليم، ترقي، ۽ استعمال واري سنڌ ائڪٽ ١٩٧٢" تي عمل ڪندي سنڌي ٻولي ڪائونسل ٺاهي وڃي. ۽ اهو بہ چيو ويو آهي تہ "حڪومت جي تازين پاليسين جي ڪري سنڌي ٻولي، ادب ۽ تعليم جي مستقبل تي هن نمائنده گڏجاڻيءَ کي انديشا آهن. خاص ڪري، جنهن نموني اسڪولن، پبلڪ انفارميشن ۽ تفريحي ذريعن، جهڙوڪ: پريس، ريڊيو ۽ ٽيليويزن ۾ سنڌي ٻوليءَ سان، جيڪو سلوڪ ڪيو وڃي ٿو، ان سان صاف ظاهر آهي تہ، رڳو اردوءَ جي ترقيءَ ۽ واڌاري تي خاص ڌيان ڏنو وڃي ٿو."

صوبائي ۽ وفاقي حڪومت کان مطالبو ڪيو ويو آهي تہ سنڌي عوام جا مطالبا مڃيا وڃن ۽ سنڌي ٻولي، ثقافت ۽ تعليم جي حقن جي بچاءَ ڪرڻ لاءِ ٺوس ۽ اثرائتا قدم کنيا وڃن. اهو بہ مطالبو ڪيو ويو تہ جتي شهرن ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ گهڻ هجن اتي پرائمري ۽ سيڪنڊري سطح تي ۽ اسلام آباد جي وفاقي علائقي جي اسڪولن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٢٥ سنڌي شاگرد هجن تہ اتي، سنڌي ۾ تعليم ڏني وڃي ۽ اهڙي قانوني گنجائش پيدا ڪئي وڃي. سنڌ جي سمورن انگلش ميڊيم اسڪولن ۾ سنڌي ميڊيم سيڪشن کوليا وڃن. ڪي ايم. سي جي اسڪولن ۾ سنڌي نصابي مضمون پڙهائڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جا ماستر رکيا وڃن. سنڌ ۾ ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تان سنڌي ادبي ۽ بالغن جي تعليم جا پروگرام وڏي پيماني تي ترت شروع ڪيا وڃن.

وفاقي سطح تي ٻارن لاءِ مضمون نويسي جي چٽاڀيٽي جا پروگرام سنڌي ۾ بہ رکيا وڃن صوبائي ۽ وفاقي نوڪرين جي امتحانن ۽ چٽاڀيٽين ۾ سنڌي ٻوليءَ کي ميڊيم تسليم ڪيو وڃي.

ڪراچي ٽي .وي تان پنجاهہ سيڪڙو پروگرام سنڌي ۾ ڪرڻ ۽ خيرپور ريڊيو اسٽيشن کي مڪمل اسٽيشن بنائي ان جا ٥٠ سيڪڙو پروگرام سنڌيءَ ۾ ڪيا وڃن. ڪراچي ريڊيو ۽ ٽي.وي جا ٥٠ سيڪڙو ۽ حيدرآباد ۽ خيرپور ريڊيو اسٽيشنن تي ٦٠ سيڪڙو سنڌي پروگرام پروڊيوسر ڀرتي ڪيا وڃن.

سنڌي اخبارن ۽ رسالن کي انهن ڊڪلريشن ڏنا وڃن جيئن اردو ۽ انگريزيءَ وارن کي ڏنا ٿا وڃن. سنڌ توڙي پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ سنڌي ڪتابن ۽ رسالن تي اڳوڻي حڪومت پاران لڳل بندش ختم ڪئي وڃي. سرڪاري نيم سرڪاري ادارن ۾ اشتهارن جي مخصوص فند سان ٢٠ سيڪڙو فند سنڌي اخبارن ۽ رسالن لاءِ مخصوص ڪيو وڃي.

هري پور هزاره جي سرڪار ورڪشاپ ۾ معياري سنڌي ٽائيپ رائٽر تيار ڪيو وڃي. ملڪ جي مختلف حصن ۾ نظر بند ٿيل سمورن سنڌي اديبن ۽ شاعرن کي آزاد ڪيو وڃي. اهي سمورا اسڪول موٽائي سنڌ مدرسي بورڊ کي ڏنا وڃن جيڪي اڳوڻي حڪومت تحويل ۾ ورتا هئا. مسلم هاسٽل واپس اصل ٽرسٽين "مسلم ٽرسٽ پراپرٽي" جي حوالي ڪئي وڃي وغيره.

سنڌي ساهت ڪانفرنس پنهنجي ڪارڪردگيءَ ۽ منظور ڪيل، ٺهرائن ۽ مطالبن جي لحاظ کان پنهنجو پاڻ کي سنڌي عوام جي نمائنده ڪانفرنس ثابت ڪيو آهي ۽ سنڌ جي عوام جي جذبن جي نمائندگي جو حق ادا ڪيو آهي.

اسان جي وڏن اسان جي رهبري ڪئي آهي ۽ ٻاٽ سلهايو آهي. اهو سچ آهي تہ:

"بيشڪ ٻاري ٻوجا ڪٿن..."



# مقالو

## حميد سنڌي جي ڪتاب "ويريون" جي پڌرائيءَ تي پڙهيل

ماهتاب محبوب

جيئن محبت ۽ سچائيءَ جو ڪو انت ناهي تيئن ادب ۽ فن جي دنيا ۾ پسل پلان جو ڪو ڇيهه ڪونهي. انهيءَ فيلڊ ۾ هڪ کان هڪ اعليٰ مالڪ پيا آهن پر شاه سائينءَ جي چوائي: "اڪيهو ڪانو ڪچ، مالڪن موٽ ني،" ۽ پنهنجي جاءِ تي وڏي معنيٰ ٿي رکي. ائين برابر آهي ته ڪچ ۽ ڪانئي جي پيٽ ۾ مالڪن هر دور ۾ ئي موٽ کاڌي آهي. پر سوپ نيٺ ۾ مالڪن جو ئي مقدر آ. انهن کي سڙو گهرندڙ، پنهنجي حسد جي باهه ۾ پاروهي پيا پرندا آهن. حميد سنڌي نه ڪنهن سان حسد ڪري، نه ساڙ کائي ڇو ته کيس پنهنجي تخليقي صلاحيتن تي ڀروسو آهي. هن جون تخليقون اهڙيون ناهن جن کي جنم ونندي ئي موت اچي وڃي. هن سنڌي ادب سان گهڻائي ڀال ڀلايا آهن "روح رهاڻ" رسالو ۽ ان جا روح پرور جوشيلا جشن ڀلا ڪنهن کان وسرندا.

اها ڳالهه هر ڪنهن محسوس ڪئي هوندي ته حميد سنڌيءَ جو تخليقي حسن ڏينهون ڏينهن نکرندو پيو وڃي جن ۾ پنهنجي لطيف جذبن وارا خيال سولي سبتي ٻولي ۾ پيش ڪري ٿو. "ويريون" ۾ آيل سندس ڪهاڻيون، "ٽوٽ ڊرتي"، "دربان" ۽ هڪ هرليءَ جي ڳالهه ان جو سٺو مثال آهن. ۽ اهي پاڻ حميد جي شاهڪار ڪهاڻين مان ليکيون. سندس ڪهاڻي "رالا سي رجهوت" هن مجموعي ۾ شامل نه هوندي به قابل ذڪر آهي، جاڪاڻ جو اها ڪهاڻي چرڪائيندڙ موضوع ڪري سندس سمورين ڪهاڻين کان گوءِ کڻي وئي آهي.

لکڻ مهل هن جي قلم جون واڳون، فقط پنهنجي ذهن ۽ ضمير جي وس هونديون آهن.

هو ڪاٻه ذهني سينسر شپ قبول نٿو ڪري، هو پنهنجي علم ۽ قلم جو صحيح استعمال ڪري ڄاڻي.

اسان سنڌين لاءِ مشهور آهي ته جنهن کي چوٽ چاڙهيندا آهيون، تنهن جي ڌڙئون ڦٽائيندي دير نه ڪندا آهيون. پر مون روايت جي ابتڙ، هن ڪتاب جي تعارفي خاڪي ۾ پهريئن کيس وڏين سمجهڻ جي ڀُل ۽ پوءِ هيرو سمجهڻ جو سچ لکيو آهي ۽ انهيءَ سان گڏ کيس اهو به چيم ته ان خاڪي کي آخري حرف نه سمجهيو وڃي، ڇو ته انسان خطا جو "هيڊ ڪوارٽر" آهي ۽ جهڙي طرح هيڊڪوارٽر تبديل ٿيندا رهندا آهن، بلڪل اهڙيءَ ريت انسان جي شخصيت ۾ فيرفار ايندي رهندي آهي، تنهن ڪري مرحومن کان سواءِ جن شخصيتن تي مون خاڪا لکيا آهن، تن ۾ مون کي ڪڏهن به ڪا فير گهير نظر آئي ته ترت ئي انهن تي الڳ طور ضميما لکيا ويندا. پر اڃا تائين ته ڪنهن ۾ به اهڙو فيرو ناهي آيو. هر ڪو پنهنجي جاءِ تي اٽل ۽ اڏول آهي. البت ابتدائي مرحلن مان لنگهندڙ هڪ خاڪي ۾ "اسن جي بکيءَ" کي ڳجهه جو ڀيانڪ روپ ڌاريندو ڏسي قلم ڪنبي ويو، مون بروقت ان خاڪي کي ئي رد ڪري ڇڏيو نه ته اڃايو ظلم جي داستان جيان طويل ضميمو لکڻ جي

علي بابا

# چار ڏساءُون چارئي ڪاهون

آئون هڪ نعرو آهيان:
جنهن کي ڏاڍ ۽ ڏمر ته ڇا،
موت به ختم نه ٿو ڪري سگهي.

سچ الهي ويو آهي. هو درياهه جو بچاءُ بند ڏيو، مائوزي تنگ جو ڪتاب ڏاڍي موج سان سٿر تي نهيندو، ڏاڍي شان سان هلندو ٿو وڃي، ۽ وماس جي رات جي پاٽ جو گهيرت ڦلارجندڙ ٿو وڃي، ائين ٿي جيئن هن جي ذهن تي مائوزي تنگ جون سدا روشن سٽون:

(موت کي موت به ختم نه ٿو ڪري سگهي...)

ڪيڏي نه ڪاري پاٽ آهي. جڏهن به وماس جون اولاديون ٿرن ۽ برن کي وڪوڙي ويٺديون آهن ته روشنيون ڪيترو نه پري هونديون آهن؟...

هو ڏوجهرا ڪائيندو سوچيندو هلندو ٿو وڃي، مانجهند جي پرائي سنسان مندر ڏانهن.

اڃا دريا جو بچاءُ بند نئون نئون پيو پڌجي. درياهه مٿان سير بحرن جو پيڙياتو ڳ ٺ آهي، ويچارا سير بحر، جمن به پيڙين، ۾ مرن به پيڙين ۾! ۽ ٻاڪڙين جا ڇنا ۽ منهه آهن جي درياهه جي پيٽ ۾ پندا ٿيندڙ لئي جي لاڪڙ سان ڪارا ٿاهي پيٽ ڳذر ڪندا آهن، اهو زميندارن جو مالا ٿي ويندو آهي ان ڪري ته لاڪڙ جا ڏڻي زميندار هوندا آهن نه ٻاڪڙي. ويچارا ٻاڪڙي ته رڳو ايترو زحمت ڪرلي پئي هئا.

عظيم ليکڪ کي خطاب ڏيڻ جو رواج عام ٿي ويو آهي، پر منهنجي خيال ۾ عظيم ليکڪ بڻجڻ کان پهرين عظيم انسان بڻجڻ ليکڪ جو مقصد هئڻ گهرجي. دراصل اهي خطاب تڏهن ئي لائق ليکيا ويندا آهن جڏهن اهي صحيح انسان کي ڏنا وڃن، جيڪي اڳ ئي مهان هجن ٿن کي ڪو عزت پريو لقب ڏيڻ سان ان لقب جو ئي مان وڌيو وڃي. حميد سنڌي اهڙن ئي انسانن مان هڪ آهي. هو ڏکئو ضرور آهي پر وس پڄندي ڪنهن کي ڏکائيندو ناهي. يارن دوستن وٽان ڪا ڪمي بيشي ٿيس ته ڪيفي يا بدلي وٺڻ جا جيوڙا اندر ۾ نه پاليندو حجت مان ڪا ميار ڏيندو ته واه، نه ته ڪٿي سانڍ ڪندو. گهري ۽ نظرواري هنجي ڏک کي محسوس ڪيو وڃن جڏهن ته ڪيترائي ڏسٺا وائسٺا اهڙا به ٿين جو مرضي ۽ منشا خلاف ڪا ڳالهه ٿيندن ته پنهنجي ٻيچ ۽ ڪريل ذهنيت جو مظاهرو ڪندي ذلت جي ڏيڻ ۾ ايذا ته کهڻي ويندا آهن جتان خيالي، ڪرپنون، به ڪين ڪيڏي نه سکهنديون آهن.

دوستن کي آزمائڻ، دوستيءَ جي کهٽتائي آهي پر حميد سنڌي لاشعوري طور پنهنجن دوستن کي اهڙا وجهه ڏيندي ڇڏيندو آهي جو هو تڙي ڪڙي کيس پرکيو وٺن. اسان کيس پرکيو آهي ته پروڙيو به آهي. سائس ننهه معمولي ڳالهين تي هلڪا سلڪا رنج روساما به ٿيندا رهندا آهن. هر طرح جون صفايون پيش ڪرڻ ڪانپوءِ ڏکاري نموني ۾ چيل سندس آخري حربو ته ”ٻارا سون سان سولا ٿي هلو، جڏهن مان نه هوندس ته ڏاڍو پڇتاد ايندو سانو.“ اسانکي هيسايو ڇڏي، اسين کيس وڏڙن جيان وڏي ڄمار ساڻن جون دعائون ڏين لڳندا آهيون. اهي ”مڙهيون“ ڳالهيون ته هونديون ٿي هن جي دل وٽان آهن جو پاڻ به ڦري گهري ان ٿي تي اچو دنگ ڪري ۽ ويهن ٿي ننهن جو زور لڳائي پاڻ کي مڙهو ثابت ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. خدا کيس وڏڙو، پيڙو ڪري پر اصلي جڙي پوٽين سان ٿهيل ”وو بو سائيب“ پيشندڙ مڙهو هرگز نه.

آخر ۾ ان خوبصورت ڪتاب جي پڌرائي تي سان کيس دعائن سان مبارڪون ٿي ڏيان، ته ثل سندس لکڻ جو جذبو سدائين جوان رهي.

چالندا آهن تہ لاکڙ مان چا چا ٿاهي سگهجي ٿو.

(ويچارا مير بحر بہ سدائين ڏنا لا.)

(ويچارا ٻاگڙي بہ سدائين ڏنا لا.)

درياهہ شاهہ ۾ ڏنهن ڏٺي بہ بلائون اينديون آهن. وڏيون وڏيون اجگر بلائن کان بہ وڏيون. ڪهاڙين مان! پوليس جي ورديءَ مان، چيلهہ مان پہ ٽل پن پن پستولن مان، ڪي ڦل ماڇيءَ جي زوپ ۾ تہ ڪي رئيس ڪلڻ ڪاڇيءَ جي شڪل ۾. بلائون ڪهڙيون بہ هجن، بلائون بلائون آهن. ۽ سڀ کان وڏي ويٽن تہ هن سان آهي. هو نئون نئون آهي، مهمان آهي ۽ وڏي مونجهار ۾ آهي، وڏي پوڳنا پوڳي رهيو آهي ۽ اجيا، دادو ضلعي جو ڀريون وڏو ڏاڪو آهي ۽ هو وڏي ذهني پيڙا پيو پوڳي:

– سائين، انهيءَ ويران مندر ۾ متان ويو آهين. انهيءَ ۾ رڳو هندن جا ڀيڏي اٿئي. ٽنگن پاهن کان سگهي پوندين، اهڙا تہ پليت اٿئي جو مالهو ڪلمو مبارڪ پڙهائيندءِ تہ رام رام ڪندين. الله نہ ڪنهن کي ڊيڊ جي منهن چاڙهي، ويندي جي ويرم.

(مالهن جا وات بہ وڏا آهن ۽ ڳالهيون بہ..)

درياه شاه ۾ وڏي لائتار آهي. ڪمر چونڊو تہ منجهس سستي بہ ايندي.

– درياه سگهي ڀلائيون ٿي ويندا آهن، درياه شهرن جا شهر ٻوڙي ميدان ڇڏي ويندا آهن.

– مالهو تہ آهن ٿي مالهو.

[مالهوءَ ۽ درياه کسي کا جهل پل بہ آهي ڇا؟...]

هو سوچي ٿو:

– هيڏو حسناڪ مندر، جنهن ۾ شري ڪنور ڀڳت ڀڳتيون ڪري وڏو ٿيو هجي. جنهن ۾ علن فقير جهڙو سنت مالهو ڀهاريون ۽ ڏيئا ٻاري وڏو ٿيو هجي. ان کان مالهو ايڏا ڏنالا. ايڏا، جو ويندا تہ جنگهون سگهي ويندين! شايد مالهن جون دليون سگهي ٽوٽ ٿي ويون آهن.

— ڀلا هي سڀ آهي ڇا؟!...

(سوچن جي لڙاٽ)

— هون... مندر تہ ڪٿي هندن جو ٿيو، پر شاهہ اويسڪرني جو مزار ويران ٿي ويو. اڳي، ڪهڙو اڳي، انگريزن جي زماني ۾ اتان تہ شاهہ اويسڪرني جو واهڙ وهندو هو. ڀنيءَ پاري لاءِ. اهو بہ سگهي ويو. وڏو سال تہ شاهہ اويسڪرني تي لائيٽ ڇو ڪنهن. شاهہ اويسڪرني تہ سنڌ سڳوريءَ جو ڀريون ۽ سچو مسلمان هو. پوءِ سندس شهر مٿان اوندهہ ڇو ڇانئجي وئي آهي؟...!...؟

— ڪارڻ؟...

— ...!...

هو هلندو سوچيندو ٿو وڃي: ڏوجهرا کائيندو ٿو وڃي.

— هون، مندر جو ڪارڻ تہ آهي. درياهہ شاهہ مانجهند جي پراڻي شهر کي پنهنجي سستيءَ ۾ اچي اٿين ڪٿي ويو جو هاڻ انهن پڊن تي رڳو لٿيءَ جا کيت آهن پيو نالو الله جو. بس رڳو هڪ هيڪل ويران منسان مندر جيڪن جو تيڪن رهجي ويو آهي. انگري تہ مندر جون پيڙهيون ۽ پنڊال ڏاڍا اونهان پڌا وڃا هئا نہ تہ ڪو جادوءَ جي زور سان ڪين پڇي ويو. ۽ شاهہ اويس ڪرني ٽڪرين تي آهي.

– باقي مالهو؟

– ڇا اهي مالهو ماڻهو آهن!

– ڇا اهي ڍور ڍور آهن!...

ڪن لاءِ هو پريشان ٿي وڃي ٿو. ڪن لاءِ ڇا ڪهڙيءَ ڪهڙيءَ پريشاني وڃي ٿو. اها تہ سنڌ سڳوري جو ڏاڍو ڀلارو پاسو هو. اڳيان سن سڳورو، پوءِ اڳي ڏارا تيرٿ، پوءِ سيوهڻ شريف، قلندر جي نگري، سوني دروازي سان، پوءِ دادو ضلعي تي سچو ضلعو ختم.

هو ڏوجهرا کائيندو، وڏندڙ اوندهہ اهيءَ ۾ اوجهڙ ٿيندڙ درياه شاهہ ڏان لسوار ڦهلائيندو هلندو ٿو وڃي، ميربحرن وٽ کاڌليٽ ڪينهين، ٽنهنڪري پيڙين ۾ اونداهہ آهي. پري پري لاڪڙ جي مهاڇار جهڙي ڪيت مان ڪٿان ڪٿان ڪا دونهين ڏنو ڏي ٿي نظر اچي ۽ ٻارو ٻلٽي پيو آهي. پوهہ لاٿا لوهہ آيو ڪين آيو. سياري جي مهاڙ مچي ٿي پر پوءِ بہ درياه ڀرنين ڀر جي سوهڻ کي پنهنجا ڏاو هوندا آهن. رڳو ڏسندڙ جي جي اکين ۾ موتئي جو پاڻي نہ پنجي ويو هجي.

هو ڏسائن ۾ ٿو نهاري.

اتر،

ڏکڻ،

اڀرندو،

الهندو.

(چار ڏسائون)

وري آڪاس ۾. نيڙو،

وڇون ڪٽيون، ڪير ڏارا سڀ اوجهڙ اوجهڙ آهن، ڏنڊن ڏنڊن آهن، درياهه شاهه جيان. رڳو آڪاس ۾ ڪارا ڪڪر هائين جيان هلندا ٿا وڃن.

هو اجرڪ ويڙهي ٿو ڇڏي ان ڪري ته اڄ هن وٽ وقت ڪينهين. ۽ تنهن ويچارا مير بحر چوندا:

— او مسافر، اڄ ڏاڍي سٺي ڇپي آهي. اسانجو هن ڪڏهن مانيءَ ڪپڙو ڪانهي وڃ. ذات ڪانه ڪهڻ ٿي پونديئه.

آواز،
تانگهه
اتساهه
اڪير،

ٻهار جي ٻالوٽ — (ٻوڙ ڪير پيرو پڇندو) ڪڏهن وري ٻاڳڙين جون ماٻون چونديون:

— او سائين، ڪشمور ۾ وڏا وڏا هنر هلائي آنيا آهيو. مهڙي سڏي لاڪڙ ته اسان ليام نه ڏني. رئيس ڪي اسان جي سهارت ڪر ته ڏوڙ سان ڏن ٿاهي ڏيونس.

پر ويچارن ٻاگڙين کي ڪهي خبر ته رئيس ڪي سون نه، اڌ تولو آفيم، پنجاهه ڪن ٻراٽي نوڙيءَ وٽيل چرس جون صافيون ڪهن، پوءِ ڏوڏيءَ جو گلاس ۽ ٿان ٻاءُ ڪن ڪچڙي پنگ. ۽ ويچارن ٻڙن ڪي آفيم ڳارڻ اڇي ڪٿي. تڏا، ٿئونريون، لاڪڙ جون خوبصورت چڪيون، سوڙا، ۽ پنگا ٿاهڻ ڪانسواءِ اڇين ڇا ٿو، جو رئيس روز سنجهائن ۽ چڙا هٿي اڌ تولي آفيم جي رقم نه ڇڏائي. باقي پستول ڪو نانيءَ جي قبر تي ڊيڪوريشن پيس ڪري ٽوڪڻ لاءِ ورتو، ائس ڇا!

هي ڪارو جهنگ لتاڙي ويران سندر ۾ آيو. آهي. قديم سنڌ جي اڏاوتي ڪم جيان، هر ڪا شئي سنڌس آڏو ڀڪندي ٿي رهي. ٻاروچي ٽوپيءَ جيان سونهري ٽائيلز چڻ ڏيئن جو ڪم ٿا ڏين. هيڏي ساري سندر ۾ ڪٿي به ٻت جو ڪوئي نشان ڪينهين. جي ڪو ٻت آهي ته

ميربحرن جي تُج پياڪ پار
سان سُتل ٻانهن ڪي شاهينگ
بندوقن پستولن سان رالو واهه
ڪٽي ويا آهن.

هو ٻاٺ آهي. جنهن ڪٽي ڪر ڏيئو ٻري پيو ته اها سنڌس سڪريٽ جي لاٺ آهي. هو هڪدم سوٽ ڏيو ڪاٺي. ۽ نپ مان تارا ڪٽيون ڪڪرن جي ڪارونپار ۾ انهن لڙهي ويا آهن چڻ ڪنهن هندو سنت روهڙيءَ جي ٻراٽي پل مٿان پڪ ٽڪن جا درياهه شاهه ۾ اڇلائي ڇڏيا هجن.

— خون خون . . . وارو ڪريو مڙس مئو پيو آهي- صبح جو سويري امام جي عالم هيٺان وڏو چئوپول آهي.)

— ادا مڙس، مڙسان مڙسيءَ ماريل آهي. مجال آهي جو ڪو لاش سڃاڻي سگهي.

لاش سڃي به سڃاڻڻ کان ٻاهر آهي. لاش جي سري آهي ئي ڪانه. رڳو ڪڇيءَ وڌيل هنڌائي ڳاڙهي رتوڇاڻ آهي. ڪلهي تي قلندر جي ٻائلي جو نشان ائس. ڪي چون ٿا ڪير آهي، ڪي چون ٿا ڪير آهي. ڪير ٿو ڏئي سگهي.

[ ڳهڻا وات آهن، ڳهڻيون ڳالهيون آهن ۽ پوليس پنهنجي آهي.]

۽ هو صبح جو سويري امام جي پڙ مان ٿيلهو ڪڍي اڳتي اسرڻ جي ٿو ڪري ۽ سوچي ٿو:

— پهلا ويهه ميل به ڪو پنڌ آهي. پيلو پنهنجو وکون — ۽ هو بنا سوچڻ سمجهڻ جي پيرن تي زور ٿو ڏئي.

ڪنڊيون، ٻيرن جا جهنگ لتاڙيندو هو هلندو ٿو وڃي. جيتوڻيڪ هن کي خبر آهي ته هو هزارين ماڻهن جي حشام ۾ رهيو آهي. جتي ڪيس چڱي ريت سڃاتو وڃي ٿو. ۽ هن کي اتي وڃي حوالميون سڃاڻيون آهن، اسٽيج لڳائڻا آهن. اتي هن جا پنهنجا راڄ آهن، باقي پاڳن جي خبر ڪيس ڪانهين، ان ڪري ته هو نجومي نه آهي.

— ۽ هي پيو تڙ آهي.

— پيڙٻاتا آهن.

— ۽ ڏوبي سنڌس دوس آهي ساندهه پر ڏهاڙا ته هو حويلين، پنڊالن جي سجاوت تي سوچيندو رهي ٿو. اهو سمورو ڪم ڪيس چئن ڏهاڙن ۾ مڪمل ڪرڻو آهي

اڄا ٻهريون ڏهاڙو مس گذريو ائس. مهمانن جي ڏوم شروع ٿي وئي آهي. الائي ڪهڙين ڪهڙين ڏسائن جا ماڻهو. هو پنهنجي ڪمن

ڪارڻ سان هلندو درياهہ جي بچاءُ بند تي آسپاس ماڻهن لاءِ اچي ٿو ۽ هن کي ڀاسي ٿو تہ ميربحرن ۾ ڪاري قيام مثل آهي. ميربحرن جي ٻيڙي ۽ هٿ پار سان سٿل ڀانهن، ڪي شاهيڪ بندوقن پستولن سان راتو واهہ ڪٽي ويا آهن. عورتن، ٻارڙن، ٻوڙهن، ٻوڙهن ۾ روڄ ۽ راڙو آهي.

آواز–

– دل کي ڇيپائيندڙ آواز، (نفرتن جا طوفان) هہ ڪروڙ سان اٿي درياهہ جي بند ڪنان لهي وڏي ٻنڊال ڏانهن هليو ٿو وڃي جو ڪڏهن هندن جو نڪالو هوندو.

پلا هي سڀ آهي ڇا؟!...؟! ...... [!...!...] ۽ سياري جو سج شرم کان ڇڻ ڪري ٿي نٿو. هو ٻوڙهي فلاسافر ڏانهن ڪچهري لاءِ هليو ٿو وڃي. ۽ هو ٻوڙهي فلاسافر جي ماٺار کي سمجهي نٿو سگهي. ۾ ڀانءِ ايري رهيو آهي ۾ ڀانءِ الهي رهيو آهي!

ٻوڙهو فلاسافر ڇڻ پڻ ٿو ڪري:

"تنهنجو ڪم ڏاڍو سٺ آهي."

"نہ – تنهنجا ماڻهو ڪم چور ٿي تہ چور آهن، ڇو؟ مان ان جو سبب سمجهي نہ سگهيو آهيان.

هن جي ڳالهہ تي ٻوڙهي فلاسافر جي پيشاني تي سوچن جا هزارين تهہ چڙهي ٿا وڃن. هو مرڪي ٿو پوي. (هن ۾ سچ پڏڻ جي سگهہ آهي يا نہ — هو ڪيہ جواب نہ پڏي اٿڻ

# درياشاهہ ۾ ڏينهن ڏٺي ڏوبہ

## سلاٺون اينديون آهن...

## ڪي ٿل ماڇيءَ جي روپ ۾ تہ ڪي رئيس ڪلڻ ڪاڇيءَ جي روپ ۾

جي ٿو ڪري:

"پيو نہ ڪجهہ ڇوٽو اٿئي"

"ها، پرائي نڪائي ۾ پہ سٺوڪن ڪتا آهن سبحان شاهہ جا. اهي تہ ايندڙ مهمان کي ڦڙي ڇڏيندا." ۽ هو ڪجهہ ڪجهہ وڏيڪ ڳالهہ بدران وڏي ادب سان اٿي هليو وڃي ٿو، پنهنجي ڪمري ڏانهن. ۽ هو پنهنجي ڪمري ۾ اچي سوچي ٿو:

– هر ماڻهو پنهنجي گهر جي ڀاتين هٿان حتي جو موت مرڻو آهي، ۽ اها سنڌ جي پرالسي ريت آهي.

اچانڪ گولين جا ٺوڙيا ٿي وڃن ٿا. ڪتن جا ڪنونڪاٽ ڇڻ متين آسمان تائين پڙالجندا ٿا وڃن. هو ڊوڙندو ٻاهر نڪري ٿو. سنڌس آڏو پنجن پونڪڙن واري سادي ڪتي مئي پئي آهي، جيڪا بيحد ڪهري هئڻ جي باوجود بہ سانس هري وٺي هئي.

ڳاڙهيون ڪتا سار جيون، هٿيار بند مالهن سان ڊوڙن پيون.

هو ڊوڙندو ٻوڙهي فلاسافر وٽ وڃي ٿو:

"سائين، هي انقلاب سان بدديانتي آهي وساهہ گهاتي آهي."

"ڪيئن؟"

"وائيلڊ لائيف ۾ ڪتو بہ ايڏو ئي ڪارائتو جانور آهي، جيترو اٺ، گهوڙو، ٻڪري. الاهين ملڪن ۾ ڪتو ڪاٺو ويندو آهي. ايڪسپورٽ بہ ڪري سگهجي ٿو. سوئرن کان ڪتن کي ۽ ڪتن کان سوئرن کي ڦاڙائڻ بدران، اوهين عيسائي ڊنار رکي انهن جي الزائش نسل بہ ڪري سگهو ٿا آخر ايڏي جهالت ڇو؟"

۽ هو محسوس ڪري ٿو ـــ دکي ٻوڙهو فلاسافر ڄڻ دم ٽوڙي رهيو آهي. [مهاڀاري ماٺار ... ساڌر... ساڌر...]

"ساري سر، منهنجو خيال آهي، مون کي الاهين ڏهاڙا ٿي ويا آهن. منهنجي عينڪ ۽ گرم ڪپڙا ڪٿي وسري ويا آهن. مان واپس پنهنجي ڳوٺ سونبدس."

[ماٺار... گهٽيندڙ ماٺار... ڄڻ سيني مري ويل ڪتن جي بدبو حويليءَ ۾ ڪاهي پئي هئي، ۽ هو چپ چپات ٻاهر نڪري ٿو وڃي ۽ ٽيلهو ٽي رومال نڪ تي ڏئي رتو رت گهٽين مان جلدي کان جلدي نڪرڻ لاءِ ڏوڪيندو ٿو وڃي.

–"ڪنهن توسان بدشد ڳالهايو آهي." هڪ ماڻهي سنڌس رسي وڃڻ تي ڪروڌ مان ڊوڙندو ٿو اچي.

"ڪنهن کي جيپ پٺائي آهي بيارا. ٿڪنڪر." ۽ هو ڏارا ٽهرٽ ۾ وهنجڻ ۽ قلندر شهباز جو سونو دروازو ڏسڻ کان اڳ وڃڻ ۾ ويهي جلدي کان جلدي انهي اونداهي نڪري سان نڪري ٿو وڃي.



ممتاز مهر

# ادبي ائرئوند اپ

- سنڌ الاجي ٻاران الله سنڌي ڪتابن کي ٻيهر شايع ڪرڻ جو پروگرام.
- سنڌيءَ ۾ تنقيدي ادب جي کوٽ.
- ڪتابن جي مهورتن جو وڌندڙ لاڙو.
- شانتيءَ هيرانند جو دورو.
- اردو ادبي حلقن ۾ جديد سنڌي ڪهاڻين جي وڌندڙ مقبوليت

ورهاڱي کان اڳ مختلف علمي ۽ ادبي موضوعن تي ڇپيل سنڌي ڪتاب هاڻي الله آهن، پهرين ڀيرو محترم محمد ابراهيم جويو جو، جنهن صاحب سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ پنهنجي ايام ڪاري جي زماني ۾ ڪيئي نهايت اهم ۽ مفيد ڪتاب ٻيهر ڇپرايا، جن جي وڌندڙ مقبوليت جي پيش نظر هاڻي به بورڊ طرفان انهن جا نوان ايڊيشن ڇپجندا رهندا آهن. پر بورڊ کي فقط انهن تي قانع ٿي نه رهڻ گهرجي بلڪه ٻيا به الله گوهر ڳولي پڌرا ڪرڻ گهرجن، جيئن سنڌ جو نئون نسل پنهنجي قديم علمي ۽ ادبي سرمائي کان واقف ٿيندو رهي. خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته سنڌالاجي ٻڻ ان ڳالهه جي اهميت کي محسوس ڪندي پراڻن علمي ۽ ادبي ڪتابن کي ٻيهر ڇپرائي پڌرو ڪرڻ جو پروگرام رٿيو آهي ان ڏس ۾ سنڌالاجي طرفان سنڌ جي اٽڪل هڪ سو ٻرک اديبن ڏانهن خط موڪلي ڪانئن ان ڏس ۾ تجويزون موڪلڻ جي گذارش ڪئي ويئي آهي. هاڻي ڏسڻو هيءُ آهي ته سنڌالاجي انهيءَ ڪم کي ڪڏهن ٿي عملي جامو پارائي.

سنڌيءَ ۾ تنقيد جي تمام گهڻي کوٽ آهي، تنقيدي ڪتاب آڱر تي ڳڻڻ جيترا مس هوندا. گذريل سال منهنجي ڪتاب "ويچار" جي اشاعت کان پوءِ ڊاڪٽر الهداد بوهيو جو ڪتاب "تنقيدون" سنڌالاجي ٻاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هيءُ ڪتاب تاريخي نوعيت جو آهي، جيڪو خاص طرح ادب جي شاگردن لاءِ ڪارائتو ۽ معلوماتي ثابت ٿيندو. معلوم ٿيو آهي ته سنڌالاجي طرفان مختلف ليکڪن جي لکيل تنقيدي مضمونن جو هڪ مجموعو ٻڻ جلد ڇپرايو ويندو. ڏسون ته ٻيا اشاعتي ادارا تنقيدي ادب جي واڌاري لاءِ ڪهڙا اپاءَ ٿا وٺن.

اڄڪلهه ادبي دنيا ۾ نون ڪتابن جي مهورتن جو رجحان وڌندو پيو وڃي، ان قسم جي مهورتي جلسن ۽ تقريبن جو مرڪز حيدرآباد آهي، ڇاڪاڻ ته حيدرآباد ۽ ڄامشورو ۾ سنڌي اديبن جو وڏو تعداد رهي ٿو ۽ اسي سيڪڙو سنڌي ڪتاب حيدرآباد ۾ ئي شايع ٿين ٿا. انهن مهورتي تقريبن ۾ رڳو تعريفي ۽ هلڪڙي قسم جا مضمون ڪونه پڙهيا ويندا آهن بلڪه وقتي نوس ۽ تنقيد جي لحاظ کان ڪارآمد مضمون به پڙهيا ويندا آهن، جنهن سان سنڌي ادبي تنقيد ۾ واڌارو اچي ٿو. تنهن کان سواءِ انهن مهورتي تقريبن ۾ اديبن ۽ ادب جي شائقن کي هڪ ٻئي سان ملڻ ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ جو به موقعو ملندو آهي. حيدرآباد ۾ ٿيندڙ انهن مهورتي تقريبن مان هڪ ڳالهه واضح ٿيندي پيئي وڃي ته جيڪي ليکڪ سرندي وارا آهن سي ته پنهنجون تقريبون وڏن هوٽلن جهڙوڪ فناز ۾ منعقد ڪرائيندا آهن ۽ باقي غريب ٽولي سان تعلق رکندڙ ليکڪ ان قسم جون تقريبون نيشنل سينٽر حيدرآباد ۾ ڪرائيندا آهن، جتي تقريب هلندي اڪثر بجلي فيل ٿي ويندي آهي لائوڊ به خراب رهندو ٿي آهي. تڏهن به ٿورائتا آهيون جو هر حسين، سرپراهه

ڏسو صفحو - ٢٤

# اِنسائيڪلوپيڊيا (جاڳُٽي)

يوسف شاهين

## سڄي عالم جون

# ڏند ڪٿائون

قسط : ٢

سيئي حق ۽ واسطا قائم

## اپالو — (APOLLO)

اپالو ديوتا جون صفتون

الهام ۽ پيشنگوئون ڪندڙ ديوتائن جو اڳواڻ، سج جي ديوتائن مان هڪ، ڏکوي چمار ڏيندڙ، ڌرتيءَ کي زرخيزي، شادابي ۽ روشني بخشيندڙ، دوائن جو محافظ، وبائي مرض پکيڙيندڙ ۽ انهن کان ڇوٽڪارو ڏياريندڙ، جواني ۽ پيدائش ڏيندڙ، فصاحت، شاعري ۽ ٻين فنون لطيفه جو ديوتا، طب ۽ صحت جو ديوتا، ٻاڪرن ۽ ڌراڙن جو نگهبان، ٻگهڙن جو ديوتا، خوفناڪ انتقام وٺندڙ، بي رحم تيرانداز، بستين ۽ شهرن کي وسائيندڙ ماڻهن جو محافظ، ناڪام عاشق ۽ ڊيلفي مندر جو باني.

ڇهن تارن وارو ساز [سرندو]، تيرڪمان ۽ لاريل گل جو ٻوٽو (جنهن جا پن چمڪندڙ هوندا آهن). سندس خاص نشان آهن.

اپالو ديوتا کي "سول"، "هيليوس"، "هيليئس"، "هاني پيرين" ۽ "فياس" (چمڪندڙ) به سڏيو ويو آهي. ڊيلوس ٻيٽ ۾ ڄمڻ ڪري کيس "ڊيليئن اپالو" به چئبو هو.

اپالو ديوتا جو ڄمڻ

زوس ديوتا پنهنجي اباڻي گهراڻي ٽائيٽن جي هڪ ديويءَ "ليٽو" تي عاشق ٿي پيو ۽ ان سان جنسي تعلق قائم ڪيائين. جنهنجي نتيجي ۾ ليٽو ديويءَ کي پيٽ ٿي پيو جڏهن سندس ويم جا ڏينهن ويجها اچي پيا ته زوس جي زال هيرا ديويءَ کي به ڪُڙڪ پئجي وئي تنهن ليٽو ديويءَ جي ويم ڪرڻ جي راهه ۾ چوطرف رنڊڪون وجهي ڇڏيون. هوءَ زوس جي ڪنهن به ٻي زال، سريت يا محبوبه جو اولاد برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه هئي. ليٽو ديوي، ويم ڪرڻ لاءِ، هن ڌرتيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دربدر رلڻ لڳي مگر کيس ڪوبه اجهو نه مليو. هيرا ديويءَ جي ڊپ کان زمين جي ڪابه پيڙهي، ڪابه جاءِ، هن کي پناهه ڏيڻ لاءِ تيار نه

هئي، هن جي ويم لاءِ
آخرڪار زوس ديوتا پنه
مان نجات ڏيارڻ لاءِ
ديوتا کي حڪم ڏنو ت
وڃي "پوزيڊون" (زوس
ڪري. پوزيڊون، ليٽو
سمنڊ جي وچ ۾ "ڊيلو
جتي ليٽو ديوي جاڙا
ديوتا ۽ سندس جاڙي ڀ

اپالو ديوتا ڄمڻ
۾ وڏي جوان ٿي ويو
(دارالاستخاره) ٺاهڻ جي
يونان ڏانهن روانو ٿيو.
ماريائين ۽ ٽيل فوسا
(جيڪو هڪ دارالاستخا
ڇهن سان ڍڪي ڇڏيا
پهتو، ته اتي پنهنج
(دارالاستخاره) ٺهرايائين.

اپالو ديوتا هڪ
هو. ٽروجن جنگ ۾ س
گهڻو مشهور آهي.

هن پنهنجي پڻ
ديو کي مارڻ کان پو
لاءِ هميشه لاءِ "ٽارٽار

"هن نيئوبيءَ"
ٻارن سميت ماري ڇڏيو
هئي ته هن اپالو جي
ڄڻيا آهن.

پنهنجي پٽ "
بدلو وٺڻ لاءِ هن "سائ
جنهن زوس ديوتا لاءِ
ٺاهي هئي جنهن ج
مري ويو هو.
اپالو ديوتا ڪ
ديوتائن کي عذاب ڏنا
هڪ "سٽائر" ديو (

جاہن ناڪار ڪئي.
محبوبہ کي ان مصيبت
يو. هن "بورياس"
نو ديويءَ کي ڪٺي
ياءُ) ديوتا جي حوالي
، ويس لاءِ هڪدم
الي هڪ پيٽ ٺاهيو
ٺيا. اهي هنا، اپالو
رٿيمس ديوي.

ني ٺورن ني ڏينهن
جي لاءِ جدا عبادتگاه
، کان ڊيلوس چڏي
ي پائيٿان نانگڻ کي
پريءَ جو چشمو،
و) جبل جي وڏيـن
هو جڏهن ڊيلفي
هڪ شانـدار مندر

۽ مرد ميدان جنگجو
جنـگي ڪردار تمام

ن مان ڪڏجي ٽيٽيس
، دائمي عذاب ڏيڻ
بي اوڙاهہ ۾ رکيو.

سندس ڪيترن ئـي
ن اهـا پناڪ هٿئي
ٿو کـان وڏيڪ پار

ي پيز" جي موت جو
پيز" کي ماري چڏيو
،
گڻ مان اسڪلي پيز

ـي ماٺهن، ديـون،

ڙو، اڌ انسان)

جنهن کي پنهنجي ساز تي ناز هو، تنهن اپالو سان موسيقي جي شرط رکي مقابلو ڪيو. اپالـو ديوتا اهو موسيقيءَ جو مقابلو کٽي ورتو ۽ شرط موجب هارائيندڙ سٽئائر جي کل لاهي ڇڏيائين.

هن ڪلائيٽم نيسٽرا ۽ سندس عـاشق "اجس ٿس" کي سزا ڏيڻ لاءِ ڪلائيٽم نيسٽرا جي پٽ "اوريسٽس" کي آپاريو، جنهن پنهنجي ماءُ ۽ سندس عاشق کي قتل ڪري ڇڏيو.

اپالو هڪ ناڪام عاشق جي حيثيت ۾

اپالو ديوتا، حسن، جواني، سگهہ ۽ آسماني قـوتن ۾ سرتبن جـي ميدان ۾ جيترو خوشنصيب سمجهيو وڃي ٿو، اوترو ئي هو عشق جي ميدان ۾ ناڪام ۽ نامراد رهيو.

"نـوڪوني"، "ڊنفـني"، "آئــي سا"، "پولينا"، "ڪوروٿس"، "ڪلائي مينې"، "ڪئسٽاليا"، "ڪلائي ٽـي"، "سائي ايني"، "ڪي اوني" ۽ "ڪٿلو پي" سڀني تـي عاشق هو پر ڪنهن بہ ڪيس قبول نہ ڪيو.

ٽراءِ جي شهزاديءَ "ڪئسينڊرا" تي عاشق ٿي، کيس رشوت ۾ پيشنگوئي ڪرڻ جـي ڏات ڏنائين پر جڏهن ڪئسينڊرا محبت جو جواب محبت ۾ نہ ڏنس تہ ڪاوڙجي اهـو پاراتو ڏنائينس تہ سندس سچيءَ پيشنگوئي تي ڪوبہ ماڻهو نہ وسهندو ۽ ٿيو بہ ائين جو هن جڏهن ٽروجن جنگ جـي اڳواٽ اڳڪٿي ڪئي تہ ماڻهن ان تـي يقين نہ ڪيو.

اپالو ديوتا، ڪيومي واري مندر جي خوبصورت پڄارڻ "سبل" تي بہ عاشق ٿي پيو. "سبل" جڏهن اپالو ديوتا جي اڳيان آئي تڏهـن سندس پٺي هٿن جون مٺيون واريءَ سان ڀريل هيون. عشق جي پور ۾ اچي اپالو ديوتا سبل کي واريءَ جي هڪ هڪ ذري جي برابر هزارين سالن جي هڪ تمام وڏي (جوانيءَ جي حالت ۾) حياتي ڏنـي، پر جڏهن نياڳي پوڄارڻ پنهنجي بـزرگ ديوتا جي محبت ٺڪرائي ڇڏي، تڏهن ڪاوڙ ۾ اچي اپالو



اپالو- پنهنجي سرندي (ساز) سان گڏ

ديوتا سبل کي هڪ هزار سالن تائين پوڙهي عورت جي شڪل ۾ حياتـي گذارڻ جي سزا ڏني.

ڪئسٽاليا جل پري تي بہ اپالو عاشق ٿيو هو، هن پريءَ اپالو جي ور چڙهڻ کان اڳ، پاڻ کي هڪ چشمي ۾ اڇلائي ڇڏيو.

ڊئفني نالـي هڪ جـل پري، جنهن تـي اپالو عاشق ٿيو هو، تنهن اپالو جـي محبت جي جواب ۾ شڪل مٽائي لاريل جو هڪ پوٽو ٿيڻ پسند ڪيو.

"مارپيسا" نالـي هڪ دوشيزه تـي اپالـو عاشق ٿيو هو. ان ڇوڪريءَ سان بادشاهہ جو پٽ

ائيڊاس ۾ عشق ڪندو هو. نتيجي ۾ ٻنهي ۾ ٻنهي پاڻ ۾ وڙهي پيا. آخرڪار، زوس ديوتا فيصلي جو اختيار ڇوڪريءَ کي ڏنو جنهن اپالو کي رد ڪري آئي ڊاس کي پنهنجو مڙس چونڊيو.

اپالو ديوتا ساني نوبي ديوي سان به عشق ڪيو پر هن سائس وڏي ٺڳي ڪئي ۽ ان ۾ ڪامياب به ٿي. ”ساني نوبي“ عشق جي قبوليت لاءِ پنهنجي هڪ خواهش اڳواٽ ئي مڃائڻ ڪاڻ اپالو کان واعدو ورتو جنهن تي اپالو عمل ڪيو. ان خواهش تحت، ”ساني نوبي“ سرڻ ڪنديءَ تائين ڪنواري رهڻ جي آرزو ڏيکاري، اهڙي طرح اپالو هن ديويءَ کي به حاصل نه ڪري سگهيو.

اپالو ديوتا ڪيترن سهڻن ڇوڪرن سان به عشق ڪيا جهڙوڪ: هيا سنٿس وغيره.

اپالو ديوتا انسانن جي غلاميءَ ۽ نوڪري ۾ به رهيو آهي - سندس پهريون انساني آقا ٿيسليءَ ۾ اراءِ ملڪ جو بادشاهه آڊميٽس هو.

اپالو جي دعا سان آڊميٽس بادشاهه جي، ٻڪرين، ڍڳين ڳئن، جاڙا ڦر ڄڻيا. ان کان سواءِ اپالو ديوتا آڊميٽس کي اها ڳالهه به ڏني ته هو سدائين جيئرو رهندو.

اپالو، پوزيڊون ديوتا سان گڏجي اجوري تي ٽراءِ جي قلعي جون ديوارون ٺاهيون. هڪڙي جوڻي اها آهي ته قلعي جون پٿيون فقط پوزيڊون وڏيون ۽ اپالو ”لائو ميڊان“ بادشاهه جو چوپايو مال چاريو. آخرڪار جڏهن ڪم پورو ٿيو ته لائوميڊان بادشاهه پنهنجي قول تان ڦري ويو ۽ ان ڪري اپالو ديوتا ڪاوڙجي ٽائر جي شهر ۾ وبا ڦهلائي ڇڏي.

اپالو ديوتا جي اعزاز ۾ ڊيلفيءَ وٽ راندين، پهلوانيءَ جي ڪرتبن، ڪسرت ۽ ڳائڻ وڄائڻ جا مقابلا ٿيندا هئا. جن کي ”پائيٿين گيمز“ سڏبو هو.

ڊيلفيءَ جي مندر کان سواءِ ڊيلوس ۽ اٽليءَ ۾ ”ڪيوسي“ وٽ به اپالو ديوتا جا مندر قائم ڪيا ويا.

# يوناني ڏند ڪٿائون

دنيا جي سڀني ڏند ڪٿائن ۾، يوناني ڪٿائون فن ۽ ادب جي لحاظ کان هڪ خاص اهميت رکن ٿيون. يورپ جي سموري فن ۽ ادب ۾ هنن ڪٿائن جي ڇاپ ملي ٿي. هن پيري انهن پڙهندڙن اڳيان، يوناني ڪٿائن بابت هڪ مختصر جائزو پيش ڪريون ٿا.

اهو چوڻ ڏکيو آهي ته انهن ڪٿائن کي، موجوده شڪل ۾، پهريون پهريون ڪنهن ۽ ڪڏهن بيان ڪيو. بهرحال، يونان جي عظيم شاعرن هنن ڪٿائن کي نظم ۾ آڻي، نه صرف سڄي دنيا سان متعارف ڪرايو بلڪ انهن ڪٿائن کي هميشه لاءِ محفوظ به ڪري ڇڏيو.

ياد رهي ته يوناني پهريون قوم آهي، جنهن دنيا وارن کي پنهنجن ڪٿائن ذريعي هيءَ ڳالهه ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته انسان ئي هن ڪائنات جو ”مرڪز“ ۽ ”اهم تخليق“ آهي. يونانين جي ان تصور، فڪر ۽ فهم جي دنيا ۾ وڏو انقلاب برپا ڪيو. انسان، پهريون ڀيرو پاڻ سڃاڻڻ جو ڪَس ماڻي سگهيو.

هن ڌرتيءَ تي، يونانين پهريون ڀيرو پنهنجن ديوتائن کي ”انساني صورت“ ۾ بنايو ان کان اڳ ديوتائن بابت اهو تصور دنيا جي ڪنهن به انساني ذهن ۾ پيدا نه ٿيو هو.

دنيا جي ٻين ڏند ڪٿائن ۾، ديوتائن جي شڪل صورت ۽ جسماني بيهڪ، ڏاڍي بڇڙي، ڊيڄاريندڙ، فطرت ۽ حقيقت کان تمام پري جي بنائي وئي. ٻين قومن، ڄاڻي ٻجهي، پنهنجن ديوتائن کي خوفناڪ ۽ ڀوائتو روپ ڏنو ته جيئن انسان، انهن جي خوف ۽ ڊپ کان هميشه ڪنبندو رهي. ان جي ڀيٽ ۾، يونانين جا ديوتا، انساني حسن ۽ جسماني سونهن سان ڀرپور، پيار ۽ محبت جا مثالي مجسما بنايا ويا. هنن انسان ۽ ديوتائن جي وچ ۾ خوف، ڊپ ۽ ڊاءُ جا ويڇا گهٽايا. اهڙي طرح انسان کي ديوتائن جي ويجهو اچڻ ۾ آساني پيدا ٿي.



جنگ ۾ يونانين اٽڪل ڪري هڪ زبردست ڪاٺ جو گهوڙو ٺاهيو جنهن ۾ سپاهي لڪي ويٺا. رات جو ڪاٺ جي گهوڙي ۾ لڪل يونانين شهر کي باهه ڏيئي قلعي جا در کولي ڇڏيا ۽ يونانين تراءِ شهر فتح ڪيو

مصر وارن، پنهنجن ديوتائن کي نيم انسان، نيم جانورن جي صورت ۾ بنايو. عراق وارن، ديوتائن جي جسم تي پکين جا مٿا، ڍڳن جون سڱيون ۽ شينهن جا ڏڏ لڳايا. سموري پراڻي دنيا ۾، فقط يوناني قوم ئي آهي، جنهن اڻ ڏٺل طاقت کي، ڏسڻ جوڳي قوت جي وسيلي پسڻ ۽ پرکڻ جي ڪوشش ڪئي.

يونانين کي اهو به اعزاز حاصل آهي ته هنن ڪنهن به اڻ ڏٺل قادر مطلق جو ڀيانڪ ۽ الڳ ڪانڌاريندڙ تصور نه ڏنو. هنن جي سموري ڏند ڪٿا ۾ فقط ٻه جادوگر عورتون ملن ٿيون هڪ "سرسي" (CIRCE) ۽ ٻي "ميڊيا". اهي به روايتي ڊيڄاريندڙ ۽ ڀڄڙيس ڏائڻين جي بدران حسن و جمال جو نمونو مان ٿيون. دنيا جي ٻين قومن جيڪي به ديوتا ظاهر ڪيا انهن جي اڪثريت انتهائي انتقام وٺندڙ، سخت سزائون ڏيندڙ، تڙپائي ماريندڙ ۽ ايذاءَ رسائيندڙ رهي آهي.

يونانين، پنهنجي ڪٿائن جي وسيلي ڌرتي مان محبت جو اڻ لڀ مثال پڻ پيش ڪيو. هنن جي سيني ديوتائن جو تعلق، ڪنهن نه ڪنهن حالت ۾، يونان جي ڌرتيءَ سان ئي رهيو آهي. مثال طور هرڪيوليس ديوتا، جيڪو سڄي عمر هيبتناڪ آفتن سان وڙهندو رهيو، تنهن جو وطن يوناني شهر ٿيبس (THEBES) هو. حسن جي ديوي افروڊائيٽ به يونان جي سامونڊي پٽ جي ويجهو سمنڊ جي گجيءَ مان پيدا ٿي. اهڙي طرح مشهور اڏامندڙ گهوڙو پيگاسس جنهن لاءِ چيو ويندو هو ته هو سڄو ڏينهن هوائن ۾ اڏامڻ کان پوءِ يونان جي هڪ علائقي "ڪورنٿ" جي طبيلي ۾ اچي رات گذاريندو هو. ان ريت يونانين هٿراڌو، غير حقيقي ڏند ڪٿائن جو لاڳاپو حقيقي ۽ جاگرافيائي جاين سان پيدا ڪري، ڏند ڪٿائن کي نيم تاريخي صورت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. يونانين جي اها ڪاوش بيشڪ ساراهه جوڳي آهي.

ڪائنات کي ڄاڻڻ، پرکڻ ۽ پروڙڻ لاءِ يونانين جيڪا جاکوڙ ڪئي، ان جي نتيجي ۾، سموري انقلاب آڻيندڙ ڏند ڪٿائون وجود ۾ آيون جن انسان جي عقل ۽ ڄاڻ تان پردا هٽايا.

اهڙيءَ طرح سائنسي علم جو بنياد پئجي ويو.

علم جوتش، جنهن جو قديم بابل ۽ هندستان ۾ ڏاڍو نالو هو، انهن لاءِ قديم يونان ۾ ڪا به جاءِ نه هئي. جيتوڻيڪ يونان ۾ ستارن بابت گهڻيون ئي ڪٿائون موجود هيون پر يونانين علم جوتش جي انهيءَ نظريي کي قبول نه ڪيو ته، ”ستارا به ڪو انساني زندگيءَ تي ڪنهن طرح اثرانداز ٿي سگهن ٿا.“

يوناني ڪٿائن ۾ پوڄارين (پنڊتن، مُلن ۽ مولوين) بابت ذڪر گهٽ ملي ٿو. هنن پوڄارين کي ڪا خاص اهميت نه ڏني. مثال طور هڪ جنگ دوران ديوتا اوڊيسس جي اڳيان هڪ پوڄاري ۽ هڪ شاعر گرفتار ڪري آندا ويا. هنن ٻنهي ديوتا جي پيرن تي ڪري جيئدان گهريو. ديوتا پوڄاريءَ کي ماري ۽ شاعر کي معاف ڪري ڇڏيو. اهو چوندي ته: شاعر اهو آهي جنهن پنهنجي ڏات ديوتائن کان حاصل ڪئي آهي، ان ڪري کيس ماريندي ڊپ ٿو لڳي.“ مطلب ته شاعر جو تعلق يوناني جي پيٽ ۾ آسماني يا روحاني دنيا سان ويجهو سمجهيو ويو.

يوناني ڏند ڪٿائن ۾ جن ڀوتن جون (آڪاليون) نٽيون ملن، ڇاڪاڻ ته يونان وارا انسان لاءِ ڊپ ۽ هراس پيدا ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته يونانين وٽ، ديوتائن جو هڪ وڏو لشڪر ملي ٿو مگر اهي سمورا ديو ۽ ديوتا انساني حسن ۽ سونهن سان مالا مال ملن ٿا.

يونانين پنهنجين ڪٿائن جي وسيلي هن ڏکوئيندڙ ۽ منجهائيندڙ دنيا کي سونهن سوڀيا، حسن محبت، پيار پريت جي دنيا ۾ تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. يونانين ان ڀيانڪ تصور کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪا غيرانساني شي انسان کان برتر ۽ سندس حاڪم آهي.

جيئن ته يوناني ڏند ڪٿائون يونان جي عظيم شاعرن قلم بند ڪيون ان ڪري اسان هتي انهن مان ڪن اهم شاعرن جو ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهون ٿا:

## هومر

يوناني ڏند ڪٿائن جي شروعات هومر سان ٿئي ٿي. تقريبن اٺين صدي ق.م جي وچ ڌاري يونان جو هي عظيم رزميه شاعر پيدا ٿيو. هن جي جنم ۽ موت جي صحيح تاريخ کان ڪوبه آگاهه ڪونهي. هن جي جنم واري هنڌ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ستن شهرن جا نالا ورتا وڃن ٿا. هڪ وڏي عرصي تائين اهو سمجهيو ٿي ويو ته هو هڪ انڌو شاعر هو. ان غلطيءَ جو سبب سندس ئي هڪ نظم بڻي. جنهن ۾ هن اپالو ديوتا جي شان ۾ هڪ بيت لکي چيو ته هو ڪيوس (CHIOS) جو هڪ انڌو رهواسي آهي.

هومر دنيا جي ٻن عظيم تصنيفن ايليڊ (ILIAD) ۽ اوڊيسي (ODYSSEY) جو مصنف هو. اهي ڪتاب رزميه شاعريءَ جا تاريخي شاهڪار آهن.

## ايليڊ

هي ڪتاب ۲۴ جلدن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ۱۵ هزار بيت ڏنا ويا آهن. هن ۾ يونانين جي ٽروجن واري جنگ جو قصو بيان ڪيو ويو آهي. جنهن کي هومر ”ڪهاڻيڪار“ واري انداز ۾ ڳايو آهي. ٽروجن واري جنگ انسانن جي وچ ۾ هڪ وڏو معرڪو هو، جنهن ۾ ديو ۽ ديوتائن ڀرپور حصو ورتو.

ايليڊ يونانين جي قديم تاريخ جو هڪ حصو آهي. يونانين هن رزميه شاعريءَ کي مذهبي ۽ اخلاقي تعليم لاءِ سمجهاڻيءَ طور استعمال ڪيو.

## اوڊيسي

هومر جي هيءَ تصنيف ۲۴ جلدن تي مشتمل آهي. هن ۾ تقريبن ۱۲ هزار بيت ڏنل آهن. هن ۾ شاعر ڪائنات جي مشاهدي بابت پنهنجا ڀرپور تاثرات بيان ڪيا آهن.

# هيسيڊ

اٺين صدي قبل مسيح جي آخري دور جو هڪ يوناني شاعر، جنهن ڪي نصيحت ڀري شاعري جو ابو ليکيو وڃي ٿو. هن جون مشهور نظمون ”ٿيو گوني“ ۽ ”ورڪس اينڊ ڊيز“ آهن. ٿيو گوني ۾ شاعر ديوتائن جو شجرو بيان ڪيو آهي ۽ سندس بيان جو انداز مذهبي آهي. ورڪس اينڊ ڊيز واري نظم ۾ شاعر محنت ۽ پورهئي بابت خيالن جو اظهار ڪيو آهي. هو چالاڪي ٿو ته عدل ۽ انصاف سان گڏ ”پورهئي ۽ محنت“ کي به اهم درجو ڏنو وڃي. انهن ٽنهي عناصرن جي ملڻ سان انسان جي نجات ٿي سگهي ٿي. مجموعي طور هن شاعر لڪل انداز ۾ مذهبي، خيالن جي پرچار ڪئي آهي. شاعر هيسيڊ جي ويجهو فطرت هڪ ظالم محبوبه يا سريت جي حيثيت رکي ٿي. هي شاعر انسان جي ڏک سک، تڪليفن، عذابن مجبورين، ڏوهه دولاب تي پرپور نظر رکي ٿو. هن جي شاعري، ٻيهڪ، ڪٿٽي، ڇڏلي، زبان ۽ بيان جي اعتبار کان هومر جي شاعريءَ سان مشابهت رکي ٿي، مگر هي شاعر پنهنجي خيال جو ڇڙو پٽو اظهار اهڙي ريت نٿو ڪري جيئن هومر ڪري سگهيو

# پنڊار

قديم يونان جو عظيم غزل گو شاعر ٥٢٢ ق.م ۾ پيدا ٿيو ۽ ۴۴۳ ق.م ۾ لاڏاڻو ڪيائين. هن پنهنجي شاعريءَ جي ذريعي ترقي پسند تحريڪن ۽ انقلابي جذبن جي مخالفت ڪئي. هو پنهنجي عملي زندگيءَ ۽ شاعريءَ ۾ جاگيرداري قدرن جو هڪ مثالي نمونو هو.

هن جي شاعري ١٧ جلدن تي مشتمل ٿي. پنڊار جي خيالن مطابق انسان کي هر ڪا شئي ديوتائن کان حاصل ٿئي ٿي. نه صرف ايترو بلڪه انسانن ۾ جيڪي چڱايون پيدا ٿين ٿيون اهي به

کين ديوتائن کان ئي ملن ٿيون. ديوتا انسانن کي عقل، جسماني سگهه ۽ ڳالهائڻ جو ڏانو



هومر

بخشين ٿا. هي شاعر نصيحت ڪري ٿو ته ديوتائن جي خلاف ڪڏهن به نه ڳالهايو وڃي.

پنڊار جي شاعريءَ جو مرڪز ڏند ڪٿائن وارا واقعا آهن. هي شاعر زبان ۽ بيان جي لحاظ کان ڏاڍو مشڪل مگر بيحد اثر ڇڏيندڙ آهي. هن لاءِ چيو ويو ته شاعريءَ جي ميدان ۾ هن جيڪو گهاڙيٽو اختيار ڪيو، انجي ڪو به پيروي نه ڪري سگهيو.

# اسڪائيلس

(سنه ٥٢٥ ق.م کان ۴٥٦ ق.م)

يونان جو هي عظيم ڊرامه نويس ٥٢٥ ق.م ۾ پيدا ٿيو ۽ ۴٥٦ ق.م ۾ لاڏاڻو ڪيائين. هن جا ست مڪمل ڊرامه اڄا تائين محفوظ آهن. هي شاعر پنهنجي ڀاءُ سان گڏ (۴٩٠ ق.م) ايرانين جي خلاف مراٿون واري جنگ ۾ شريڪ ٿيو جنهن ۾ سندس ڀاءُ مارجي ويو. هي شاعر سلامس (۴٨٠ ق.م) واري جنگ ۾ به شريڪ ٿيو. چيو وڃي ٿو ته هن مجموعي طور ٩٠ ڊرامه لکيا جن مان فقط ست محفوظ حالت ۾ اسان تائين پهچي

سکھيا آهن. هن شاعر کي جرم ۽ سزا جي ڪيفيتن بابت زبردست مشاهدو حاصل هو. هن جي خيال مطابق ديوتا انسان کي غرور ۽ تڪبر جي ڪري سزا ڏين ٿا. هي شاعر ٻڌائي ٿو ته انسان کي ڪجهه گناهه ورثي ۾ به ملن ٿا. ان ريت ماءُ پيءُ جي ڪيل گناهن جي سزا اولاد کي ڀوڳڻي پوي ٿي.

اسڪائيلس پنهنجي خيال ۽ نظرين مطابق موحد [توحيد پرست] نظر اچي ٿو. هن جو ايمان هو ته زوس ديوتا عدل ۽ انصاف جي ڪري سڀني انسانن کي نجات ڏياريندو.

ڊراما نويسيءَ ۾ اسڪائيلس جي پوسٽ فقط شيڪسپيئر سان ئي ڪري سگهجي ٿي.

## ايسوپ

يونان جو هي ليکڪ ٦٢٠ ق.م ۾ پيدا ٿيو ۽ ٥٦٠ ق.م ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. هن جي زندگيءَ جي باري ۾ ڪا به معلومات نٿي ملي. ايتري قدر جو، هن جي وجود بابت به گمان آهن. ڪن روايتن تحت هن کي هڪ ڪوڙهي غلام جي روپ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. اهو به چيو وڃي ٿو ته ڊيلفيءَ جي ماڻهن هن کي جبل تان هيٺ ڌڪو ڏيئي ماري ڇڏيو يا معذور بنايو ڇاڪاڻ ته هن انهن تان چٿرون ڪيون هيون. هن کي سوين اهڙين ڪهاڻين جو ليکڪ چيو وڃي ٿو جن جو منهن مٿو ئي نٿو ملي. هن جون اڪثر ڪهاڻيون اهڙيون آهن جن ۾ جانور انسانن جهڙيون حرڪتون ڪن ٿا. هي سڀ ڪهاڻيون نيم سنجيده ۽ نيم تفريحي قسم جون مگر اڪثر ڪهاڻين جي پڄاڻيءَ ۾ هي اديب اخلاق جو سبق ڏيڻ ۾ به ڪامياب ٿيو وڃي.

## سوفوڪليس

يونان جو هي ڊراما نويس ٤٩٦ ق.م ۾ پيدا ٿيو ۽ ٤٠٦ ق.م ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيائين. چيو وڃي ٿو ته هن تقريبن ١٢٠ ڊراما لکيا جن مان ٨ ڊراما هٿ اچي سگھيا آهن. هن جي ڊرامن کي ارسطو جي زماني ۾ ئي شهرت ملي چڪي هئي.

هن جي عظمت جو وڏو سبب آهي سندس ڊرامن جو سٺيو ڍانچو، سٺا جي فطري اوسر، ڪردار نگاريءَ جو فطري انداز ۽ واقعن مان ٺهڪندڙ ۽ موقع لي موزون ڪورس گيت.

هن جو هڪ ڊرامو اليڪٽرا ڏاڍو مشهور ٿيو جيڪو اخلاقي پابندين کان آزاد ٿي لکيو ويو. سوفوڪليز کي يونان جي عروج واري زماني جو شاعر به سڏيو وڃي ٿو.

## يوري پڊيز

يونان جو هي عظيم الميه ڊراما نگار ۽ شاعر ٤٨٠ ق.م ۾ پيدا ٿيو ۽ ٤٠٦ ق.م ۾ هي جهان ڇڏيائين. هن پنهنجي ڊرامن ذريعي روايتي ڏند ڪٿائن ۾ ڏاڍي بيپرواهيءَ سان ڦير گھير ڪئي. ٽراءِ واري جنگ جي اهم ڪردار راڻي "هيلن" بابت هڪ نئون انڪشاف ڪندي يونانين کي ٻڌايو ته اهو سچو ڪوڙ آهي ته هيلن کي اغوا ڪيو ويو هو. هن هيلن کي هڪ وفادار زال ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن جو چوڻ هو ته هيلن جي بجاءِ ڪنهن نقلي هيلن کي ٽراءِ ڏانهن اغوا ڪيو ويو هو. سندس اهڙين هٿ ٺوڪين ذاتي نظرين ئي بدل آ ڪاڻين کان بيزار ٿي ان دور جي يونانين کيس غلط سمجهيو ۽ مٿس ٺٺوليون ڪيون. جنهن سبب هي تنگ ٿي اٿينس ڇڏي ٿيسلي هليو ويو ۽ اتان پوءِ مقدونيا ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائين، (٤٠٨ ق.م) جتي جي بادشاهه آرڪيلس کيس جهجهي عزت ڏني.

يوري پيڊز لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن ٩٢ ڊراما لکيا مگر فقط ست ئي ڊراما سالم حالت ۾ اسان تائين پهچي سگھيا آهن.

هن، سڀ کان پهرين اليڪسٽس نالي ڊرامو لکيو جنهن ۾ هڪ وفادار عورت جو پنهنجي مڙس لاءِ قربانيءَ جو دردناڪ قصو بيان ڪيل آهي.

هن ٤٣١ ق.م ۾ ميڊيا نالي هڪ ٻيو

ڊرامو لکيو جنهن ۾ هڪ بادشاهه جي ڌيءَ ميڊيا جو ذڪر ڪيل آهي جيڪا جادوگر هئي ۽ "جئسن" نالي هڪ شخص جي محبت ۾ ڦاسي پئي هئي. ميڊيا محبوب ڪاڻ پنهنجو ڀاءُ هٿن سان ماريو، پنهنجي پيءُ سان دشمني ڪئي ۽ اباڻو وطن ڇڏيو. سندس ايڏي قربانيءَ جي باوجود هن جو محبوب (جئسن) هڪ ٻيءَ شهزاديءَ سان شادي ڪئي ۽ ميڊيا کي ڇڏي ڏنو. ميڊيا انتقام وٺڻ هڪ زهريلي پوشاڪ وسيلي پنهنجي رقيب عورت کي سندس پيءُ سميت مارائي ڇڏيو.

هن ڊرامي ۾ عورت جي حسد، ساڙ ۽ انتقامي جذبن کي پرپور نموني ڏيکاريو ويو آهي.

يوري پڊيز جو هڪ ٻيو ڊرامو هپو لائيٽس به عورت جي نفسيات تي ٻڌل آهي.

هيءَ ڪهاڻي هڪ ماءُ فائيڊرا جي گرد گهمي ٿي جنهن پنهنجي اڳين پٽ هپولائٽس سان ناجائز تعلقات قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن هوءَ پنهنجو مقصد ماڻي نه سگهي ته شرمساريءَ وچان خودڪشي ڪري ڇڏيائين. مگر مرڻ کان اڳ، هڪ خط ذريعي پنهنجي اڳين پٽ تي سندس لڄ لٽڻ جي تهمت هڻي وئي. نتيجي طور هپولائٽس کي سندس پيءُ ٿيسيس، گهوڙن ۾ ٻڌي، گهلائي، مارائي ڇڏيو.

يوري پڊيز پنهنجي هڪ ٻي ڊرامي "ٽروجن زالون" ۾ جنگ ۽ جنگي ڪارروائين کي سختيءَ سان ننديو آهي.

يوري پڊيز جو چوڻ هو ته ڏک ڪنهن آسماني قانون جي نتيجي ۾ نٿا ملن پر انسان پنهنجي اعمالن سان ڏک پيدا ڪري ٿو ۽ انهن جو مقابلو خود انسان ڪري ٿو آهي ۽ انسان جا ڏک سُک دور ڪرڻ لاءِ ديوتا آسمان مان لهي ڪين ايندا. سندس انهن خيالن جي نتيجي ۾ مٿس ڪفر جو شڪ آندو ويو.

هن تي، زال ذات سان نفرت جا به الزام لڳايا ويا پر حقيقت ۾ هن پنهنجي ڊرامن ذريعي عورتن سان گهري همدردي جو به اظهار ڪيو.

## ارسٽوفينز (ARISTOPHANES)

يونان جو هي مذاحيه ڊرامه نويس ۴۴۸ ق.م ۾ پيدا ٿيو ۽ ۳۸۰ ق.م ۾ راهه رباني اختيار ڪيائين. هن گهٽ ۾ گهٽ چاليهه (۴۰) مذاحيه ڊرامه لکيا جن مان ۱۱ صحيح حالت ۾ اسان تائين پهچي سگهيا آهن. هن پنهنجي هڪ ڊرامي "ڪڪر" ۾ يونان جي لکر ۽ فن تي سخت تنقيد ڪئي. هن اسڪائلس ۽ يوري پڊيز کي به نه بخشيو. هن سندن لکڻين جا ڪافي چوڏا لاٿا. هي مزاح ۽ سنجني پيدا ڪرڻ جي ڏس ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو.

هن هڪ شاعر جي حيثيت سان به وڏي شهرت ماڻي.

## ارشاد ساگر




جڏهن تنهنجي نيڻن ۾ ٽيڙو ٽڙن ٿا،
تڏهن ڏات پوڙيءَ ۾ گلڙا ڪڙن ٿا.

سدا تنهنجي جوڀن جي جادو نگر ۾،
پيش ري پياڪن جا پيرا ٿڙن ٿا.

سندرتا جي سنڌوءَ ۾ جوڀن جو ساوڻ،
ڪنارا ڇڏي ڪيئي گهاٽ گهڙن ٿا.

جڏهن سڪ تنهنجي جي سوري سڏي ٿي،
تڏهن موت کي مور مرڪي سڙن ٿا!

جڏهن سٽ، ٿو سچ جو سج چمڪي،
تڏهن رات ڪاري جا راڪا چڙن ٿا!

جڏهن آرسيءَ ۾ ڪا آرس ٿسي اسري،
تڏهن بخت "ساگر" ٻرن سان پڙن ٿا!



عبدالرحمان پليجو

# کهوڙا پاري

ٺٽي جي بس اسٽينڊ تي ڪنڊيڪٽرن جا هوڪا پئي ٻڌبا آهن، هلو کهوڙا پاري، کهوڙا پاري! اها کهوڙا پاري ڪٿي آهي؟ کهڙو ڪري سيڪ. چوندو چڙهو بس ۾، اها پيئي کهوڙا پاري وڃي! ٺٽي کان ٻگهاڙ موري، اگهيمالي، ٽانگڻ (هاڻي هارون آباد)، ٻوءِ ليڪ پير پٺي ۾، اتان سڌو پڪو رستو آهي. علي گوهر شاهه جو ڳوٺ ڇڏي واٽ تان نصير واهه (مير نصير خان جو ٺهرايل) ڇڏي سانول پر مان ٿيندا، اچي پهچندا کهوڙا پاري ۾ـ مسافر بس ۾. پر نه سائين، اها کهوڙا پاري ڪاڻهي. اجايو بس وارن، پاهرين اڻ ڄاڻ ڪاسورن ۽ ڪيلي جي باغن وارن چوڌرين، ان ڪي ڪٿي کهوڙا پاري بڻايو آهي، پر کهوڙا پاري اها ڪانهي. اهو ڪوٽڙي جو ڳوٺ آهي، الهرکٿي شاهه واري ڪوٽڙي، جنهن کي سرڪاري طرح ڪوٽڙي الهرکيو شاهه سڏجي ٿو، جيڪا کهوڙا پاري تعلقي جي گاديءَ جو هنڌ آهي يا تعلقه هيڊ ڪوارٽر ڪٿي چئجي.

ڪوٽڙيءَ جو ڳوٺ هڪ ويران ٻڙڙيانگ ڳوٺ هو، جيڪو مڇرن ۽ اڻ هوند کان مشهور، هوندو هو. ٽپيدارن ۽ جمعدارن کي سزا طور ايڏانهن موڪليندا هئا، پر پوءِ انگريزن کيس تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر بڻايو، منجهس ٿالو جيل ۽ مختيارڪار جون آفيسون ٺهيون، پر تڏهن به اتي شهر نه ٿهي سگهيو. ڪنهن به پاسي ۾ انجنيري بنگلا به بنيا، پر ڳالهه ساڳي. سچ لڳي، ته ڪوٽڙي کي راڪاس ورائي ويندو هو (۽ آهي) گذريل ڏهاڪو سالن کان، تعلقو کهوڙا پاري ڪيلن جي پيداوار ۾ سڄي پاڪستان ۾ ڳــوءِ کڻي ويو. بنگال مان سٽي جو سامان، ڪاغذ، ماچيس، چانهه ۽ ڪيلا ايندا هئا، هونئن ته اناس، ميٺا ٿــل ۽ ناريــل به ايندا هئا ۽ ان ڪان سواءِ ٻاڪا جون ساڙيون ۽ درسانا جي ڪيريوز وسڪي ســه پر انهن ڳالهين جو کهوڙا پاري سان واسطو ناهي. اوير بنگال جڏهن پاڪستان جو ٽالو لاهي بنگلا ديش ٿيو تڏهين. اهــي سموريون شيون اتي ٿي رهيون، باقي ڪيلو سو پڻ ٽن سالن ۾ ڏٺوسين تــه اها اڻ لڀ شئي جيڪا ڪاسورن کي ڏاليءَ يا سوڪڙي جي صورت ۾ ملندي هئي، تنهن جي مارڪيٽن ۾ ڪن لڳي وئي. سڄي پاڪستان ۾ کٽي ۾ کهٽو، سٽي ۾ سٺو، ڪيلو تعلقي کهوڙا پــاريءَ ۾ پيدا ٿيندو آهي.

مون کي ياد آهي ته اٺون پنهنجي سيني ڪــان وڏي ڀاءُ علي اڪبر سان ملڻ لاءِ پکهاڻ جي ڳوٺ ويو هــوس، جتي هو ٽپيدار هــو پکهاڻ ڪراچي کان کهارو يا ٺٽي ڪــان کهارو پوءِ کهاري کان سڌو مير پورساڪري ۽ پهارن کان ٿيندو ڳاڙهي جي ڳوٺ وٽان ٣-٤ ميل پنڌ تي آهي ۽ ڪيٽي بندر ويندڙ رستي کــي ويجهو آهــي. ادا علي اڪبر لکپڙهه ڪندو هو ته هيٺ لکندو هو ٽپيدار کهوڙاپــاري. منهنجي ذهن ۾ ڪوٽڙي الهرکيو شاهه جي کهوڙاپاري هئي تڏهن مون کانئس پڇيو هو. مــون کي خبر پئي ته اصل کهوڙاپاري ڪوٽڙي کان کهٽو پري انهيءَ پــکهاڻ تپي ۾ آهي، جيڪا ويران ٿي وئي آهي هاڻي ان کي پرائي پاري سڏجي ٿو. وري اِي کهوڙاپاري وجود ۾ آئي اهو بندر به درياهه جي اٿل پٿل ۽ سمنڊ جي لاهين چاڙهين جو شڪار ٿي ويو. کهوڙا پاري تپي ۾ پکهاڻ جو ڳوٺ کهوڙا پاري کان وڌيڪ اهميت وٺي ويو پکهاڻ جي اتر ۾ منهنجي وقت ۾ اوچتو ڦاٽ وهندو هو ۽ پکهاڻ ڏانهن

ٻيڙيءَ ۾ اڪري اچڻو پوندو هو. اوچتو سنڌوندي جــي چوڙ ۾ هڪ وڏو ويڪرو قدرتي واهه آهي جيڪو هينئر ڪوٽڙي پراڄ کان ۽ ٽوڙي ڦوڙي ڊاهــي ڇڏيو ويو آهي. اهو اوچتو برابر اوچتو هو ۽ اوچتيون اٿلون ڪندو هو. ان کي ٻــسي ۾ بند هڻڻ لاءِ سرڪــار ڪيترن ٺيڪيدارن کي ٺيڪا ڏنا پر ڪو به ڪامياب نه ٿيو آخر بابا پٽ پيڙن جــي بي تاج بادشاه حاجي محمد پنّي اها بند هڻائي. ان ڪــان پــوءِ محمد پنّيءَ اوچتي جي ڪنڌين ڏانهن ڌيان ڏنــو. اوچتي جــو پاڻي اجايو سمونڊ ۾ ٿي ويو ڪنڌيون اپيون اٿس. پاسي وارين زمينن کي پالي نٽي لڳو. حاجي

محمد پٽيءَ آسپاس جي زميندارن اسو جوکيو، خان محمد ۽ محمد يوسف پروزاڻي پاڻسرن، حاجي جمع گد ۽ ٻين کي ڊيزل موٽر انجڻيون وٺي ڏنيون جن جي ڪري ڳاڙهي جي ڳوٺ جي آسپاس ساوڪ ۽ آبادي وڌي وئي. ڪن زميندارن ملير مان پاڇي ڪر جا چاڻو ڪڙمي آندا، جن اچي انهي پٽ کي ملير بنايو.

ڪونڙي الهرکيو شاه جنهن کي اٺ چاٽ ماڻهو گهوڙا ٻاري چون ٿا تنهن جو اصل گهوڙا ٻاري سان ڪوبه تعلق ڪونهي. نه ڪسان نه ٻنڌان. اصل گهوڙا ٻاري خود گهوڙا ٻاري تعلقي ۾ ناهي؟ پر ڪيٽي بندر تعلقي ۾ آهي، جنهن کي اڳ محال ڪيٽي بندر چئبو ۽ لکبو هو.

سنڌ جو غدار ناؤنمل پنهنجي ڪتاب "يادگيريون" (١٨٧٨-١٨٠٤ع) ۾ لکي ٿو ته:

"١٨٣٨ع جي بدي مهيني ۾ ڪرنل پاٽنجر، پيچ ڪان حيدرآباد پهتو جتان سون کي لکيائين ته، انگريزن جي هڪ وڏي فوج سر جان ڪين جي قيادت هيٺ، بمبئيءَ کان گهوڙا ٻاري رستي ٺٽي ڪوٽ لاءِ رواني ٿي چڪي آهي، جتان اها سنڌو نديءَ رستي شڪارپور ويندي. سموري سفر ۾ ان جي آسائش ۽ رسد جو انتظام ڪرڻو آهي ... جانور، ڪٽڪ، جو ۽ ٻاجهري خريد ڪرڻي هئي ... ٻيڙين رستي گهوڙا ٻاري موڪلڻي هئي

سون انهن هدايتن مطابق اناج خريد ڪري، گهوڙا ٻاري

# اصل گهوڙا ٻاري خود گهوڙا ٻاري تعلقي ۾ ناهي، پر ڪيٽي بندر تعلقي ۾ آهي

موڪلڻ شروع ڪيو... سي هڻ ۾ پنهنجا گماشتا... ان خريد ڪري... سنڌو نديءَ رستي گهوڙا ٻاري موڪليندا هئا."

گهوڙا ٻاري بندر تي ڪرنل پاٽنجر جي سرڪاري استقبال جو ذڪر ڪندي پروفيسر ڇيتن ماڙي والا لکي ٿو:

"وڪر بندر. گهوڙا ٻاريءَ تي ڪيس ميرن پاران معزز ماڻهو لاهڻ آيا، مير نور محمد پاران محمد عابد، ٺٽي جو نواب ۽ مير جو ڪاردار ۽ مير محمد خان پاران حيدر خان لغاري، جاتي ۽ مغلڀين جو گورنر، ميرائين جهپيڻن رستي پاٽنجر صاحب ۽ سندس ساٿين کي ٺٽي آندو ويو."

مير شير محمد ميرپور خاص وارو جڏهين گدو بندر تي [illegible] ڪئمپ تي اوچتو حملو ڪري ڪئمپ تباه ڪري ويو تڏهين مير نور محمد جهرڪن ۾ انگريزي ڪئمپ ۾ ناؤنمل ڏانهن به خط موڪليو، هو لکي ٿو ته:

"انهن سان هڪ ٺٽي جي ميان عابد ڏانهن هو ۽ ٻيو گهوڙا ٻاري جي نواب غلام شاه ڏانهن."

هاڻي سالين اها گهوڙا ٻاري ڇا هئي. سون مياڻيءَ مان مال ٻيڙين رستي اچي يا سيهڻ کان سنڌو نديءَ رستي گهوڙا ٻاريءَ ۾ پهچندو هو ۽ سندس منتظم نواب جو درجو رکندڙ هو.

سنڌ جو ڪمشنر سر ايوان جيمس (١٨٩٩-١٨٩١) "يادگيريون" جي هڪ حاشيه ۾ لکي ٿو ته

"گهوڙا ٻاري، سنڌ ۾ ڪراچي کان پوء، ٻين سڀني کان اهم بندرگاه هو ۽ ايبا آهي، پر دريا جي ڦيرين قاريءَ ڪري اهو شهر بار بار نئين سر تعمير ڪيو پئي ويو آهي ۽ هر نئون اڏايل شهر گهوڙا ٻاري سڏبو رهيو آهي. جنهن زماني جو قصو آهي ان وقت (١٨٣٨ع) گهوڙا ٻاريءَ جو بندر، وڪر نالي ڳوٺ وٽ هو جو هاڻي سمنڊ کان ڪافي پري آهي ۽ درياه به ڇڏي ويو اٿس، هاڻي ١٣ ميلن جي فاصلي تي ڪيٽي جي نئين بندر جيڪو ٺٽي کان ست ميل (؟) ڏکڻ اولهه طرف آهي، ان جي جاءِ پري آهي. ڪيٽي بندر جنهن کي ڪيٽي گهوڙا ٻاري چوندا آهن، تنهن کي به دريا ٽي دفعا لوڙهي ويو آهي. ان کي وري دريا جي ڪپ تي نئين سر تعمير ڪيو ويو آهي. ڪيٽيءَ ۾ ٢٥٢٧ ماڻهو رهن ٿا. بندر، عمارتي ڪاٺ ۽ ٻين ڳرين شين جي واپار ۾ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جي بندرن سان ساحلي تجارت لاءِ استعمال ٿيندو آهي."

مياڻيءَ ۽ دٻي جون جنگيون پوريون ٿيون سنڌ انگريزن جي

غلامي هيٺ اچي وئي.
ڪئپٽن پريڊيءَ ڪي سرچارلس نيپئر بہ ل ناٿونمل جي ”گهوڙاباري ڪان سيٺ هڻ تائين ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو ... سنڌ ۾ غاتگري ۽ تشدد بند نہ ٿيا. ماڻهن کي جان ۽ مال جي خطري جو انديشو وڌڻ لڳو. گهوڙاباري طرف ميرن جو خدمتگار (صادق) سرڪاري ان جو پانڊو جنهن ۾ چار هزار خرار ان وڪيل هو، ڦري ياٺ کي علائقي جو حاڪم سڏائڻ لڳو“ پوءِ ڪئپٽن پريڊيءَ ناٿونمل جي پاءُ سکرامداس سان گڏ اهڙي قسم جي بغاوتن کي پنجو ڏنو ۽ ان جي انعام ۾ ... ”ڪئپٽن پريڊيءَ جي زوردار سفارش تي منهنجو پاءُ سکرامداس گهوڙا باريءَ جو مختيارڪار مقرر ڪيو ويو.“

رچرڊ برٽن جيڪو ۱۸۴۳ع کان پوءِ بہ گهڻو عرصو سنڌ ۾ رهيو هو ان پنهنجي ڪتاب ۾ ڪراچيءَ کان پوءِ گهاري ۽ وڪر بندر کي لاڙ جي اهم شهرن ۾ شمار ڪيو آهي. هو لکي ٿو تہ ”وڪر، سنڌونديءَ جي حجامڙي شاخ تي هڪ بندر، جيڪو مغربي دوآبي جي جي اوپارين ڏاخ تي آهي.“ موجوده ڪيٽي بندر جو ذڪر ڪندي مرزا قليچ بيگ (۱۹۲۵) ۾ لکي ٿو تہ:

”اصل هي باري گهوڙا يا گهوڙا باريءَ جي لهڻ جي جاءِ هئي. جڏهن شاهہ بندر ۽ ڏاراجا ڦٽا، تڏهن هي بندر زور ورتو جتي اڳ وڪر بندر هو اتي اهيءَ جي پڌي وڃڻ ڪري، هي بندر پڌو ويو جو گهڻو جهونو ناهي اتي جو ڪچ ۽ ڪاٺياواڙ سان واپار هاندو آهي.“

هانسي جيڪا عام ماڻهو گهوڙاباري سمجهن ٿا، يعني ڪوٽڙي الهرکيو شاهہ ان لاءِ مرزا صاحب لکي ٿو تہ ”هي شهر دريا جي ڪنڌيءَ تي گهوڙاباري تعلقي جو وڏو شهر آهي ۽ ڪوهن تي اڏيرولعل جو ڳوٺ آهي.“

۱۴ نومبر ۱۸۴۸ع ۾ ڪئپٽن جي-آر اسٽوئرٽ ٺٽي ڪليڪٽر گهوڙا باريءَ جي ناٿونمل ڏانهن لکيل خط مان، معلوم ٿئي ٿو تہ گهوڙا باري هڪ سب ڊويزن جي حيثيت اختيار ڪري چڪي هئي.

پوءِ سمنڊ گهٽا ڦيرا گهرا ڪيا آهن. گهوڙا باري بہ ٻہ ٽي هنڌ مٽيا آهن وڪر کان اڳ گهوڙا باري ڪٿي هئي؟ ۽ ڪٿي رهي. اهو هڪ تاريخي موضوع آهي، پڙهندڙن کي دعوت ڏيان ٿو تہ گهوڙا باريءَ توڙي لاڙ جي ساموندي ڪنڌي وارن، ڪن ٿيل بندرن تي کوجنا ڪن ۽ لکن.



## بقايا - ادبي راؤنڊاپ

پاڪستان نيشنل سينٽر حيدرآباد جا جنهن جي سهڪار ڪرياتي سادڙون پر پروقار ۽ سنجيده ادبي محفلون منعقديون رهن ٿيون. ڪراچي ۾ جتي سنڌي ليکڪن ۽ ليکڪائن جو ڪچ تعداد رهي ٿو اتي ان قسم جون تقريبون الائي چو نٿيون ٿين، جڏهن تہ هن وڏي شهر ۾ اهڙين تقريبن لاءِ جايون بہ گهڻيون آهن ۽ ڪراچي ۾ لي سنڌي موسيقيءَ جون محفلون بہ عام جام ٿينديون آهن جتي پڌندڙن جو تعداد ٻن ٽن هزارن تائين پهچي ويندو آهي. ها ياد آيو تہ تازو پارت کان مشهور اردو - سنڌي ڪانڪاشاني هيرانند پاڪستان جي دوري تي آئي هئي ۽ لاهور، اسلام آباد ۽ ڪراچي ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين. آرٽس ڪائونسل ڪراچي ۾ ٿيل موسيقيءَ جي محفل ۾ هن هڪ سنڌي غزل بہ ڳايو جنهن کي ماڻهن ڏاڍو پسند ڪيو شانتي هيرانند جي ڳائڪيءَ جي فن کي هتان جي سڀني اخبارن خوب ساراهيو ۽ ڪوريج ڏني.

اردو ادبي حلقن ۾ جديد سنڌي ڪهاڻين جي مقبوليت وڌندي پئي وڃي. لاهور مان هاڻي جديد رنگ ڍنگ سان نڪرندڙ مشهور ادبي رسالي ”ادب لطيف“ ترجمو ٿيل جديد سنڌي ڪهاڻين کي شايع ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو آهي. سکر مان شايع ٿيندڙ ٽين ماهوار اردو رسالي ”ادبي ڊائجسٽ“ بہ سنڌي رچنائن کي شايع ڪرڻ شروع ڪري ڏنو آهي. هوڏانهن ڪراچيءَ جي هڪ ادبي اداري اردو ۾ چونڊ سنڌي ڪهاڻين جو مجموعو آڻڻ جو پروگرام ٺاهيو آهي.



شمشير الحيدري

# لطيف اوارڊ

سنڌ جي سموري مخلوق ڏاڍي شڪر ۽ صبر واري آهي. اسان جي اديبن ۽ فنڪارن وٽ ته شڪر ۽ صبر کان سواءِ ڪجهه آهي ئي ڪونه. هڙان وڙان ڏيئي، هميش کان گذر ڪندا آيا آهن. سندن ضرورت رکي ايتري آهي ته ڪو به اگر واهه واهه جا چئي چڏي. هاڻي ته ڪي سال ٿيا آهن جو ڪن شخصيتن ۽ ادارن اهڙا انعامي سلسلا جاري ڪيا آهن جو اسان جن اديبن ۽ فنڪارن کي ميڊلا جا سرٽيفڪيٽ، سندون، سونا تمغا، اجرڪون، ڪتاب، وظيفا ۽

نقديون ملڻ لڳيون آهن.

اول "سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن" ان ڏس ۾ پيشقدمي ڪئي جو ادب، سائنس، موسيقي ۽ قومي خدمت جي شعبن ۾ سونا تمغا ڏيڻ شروع ڪيا.

انسوسيئشن اهو سلسلو ١٩٧٨ع کان وٺي اڄ تائين ڏاڍي تدبر سان جاري رکيو اچي. موسيقيءَ کان سواءِ، باقي شعبن ۾ هرسال ٿيندڙ ڪم کي عملي طرح سامهون رکي، انعام ججن جي فيصلي پٽاندڙ ڏنا وڃن ٿا. هيلتائين انهن فيصلن تي ڪو به اختلاف نه ٿيو آهي.

موسيقيءَ جي شعبي ۾ انسوسيئشن اهو سٺو معيار سامهون رکيو آهي ته جنهن به فنڪار پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ جيتري وڌيڪ خدمت ڪئي، جيترو وڌيڪ مرتبو ماڻيو آهي، اوترو وڌيڪ کيس اوليت ڏني وڃي. ان لاءِ ڪنهن دو بدو مقابلي جي ضرورت نه سمجهي وئي آهي.

انسوسيئشن جو پهريون سونو تمغو سنڌي موسيقيءَ جي بادشاهه خانصاحب منظور علي خان مرحوم کي ڏنو ويو. ان بعد استاد محمد جمن کي سونو تمغو ڏنو ويو، جنهن جي مرتبي لاءِ ٻه رايا ٿي نٿا سگهن. ان کان پوءِ عابده پروين کي سونو تمغو ڏنو ويو، جنهن کي سنڌ وارا پنهنجي راڳ راڻي سڏين ٿا. گذريل سال جو سونو تمغو زرينه بلوچ کي مليو جنهن لوڪ ۽ قومي انداز جي موسيقيءَ ۾ ناماچاري حاصل ڪئي آهي.

مٿيان سڀ انعام فنڪارن جي خدمتن ۽ مرتبن کي نظر ۾ رکي ورهايا ويا آهن، تنهنڪري انهن بابت اختلاف پيدا نه ٿيا، ۽ جيڪي فنڪار رهيل آهن تن لاءِ به انسوسيئشن تي اعتماد ڪري سگهجي ٿو ته هوءَ فنڪارن جي خدمتن واري معيار کي قائم رکندي.

خدمتن جي اعتراف طور فنڪار کي انعام ڏيڻ واري معيار جي ڀيٽ ۾ وقتي مقابلي وارو طريقو به اسان وٽ رواج ۾ آيو آهي. "شاهه لطيف اوارڊ" لاءِ گذريل ڪن سالن کان اهو طريقو اختيار ڪيو ويو آهي ته فنڪار کيڏو به وڏو هجي پر نئين ۽ سندس خدمتون کيڏيون به قدرلائق هجن، پر شاهه لطيف جي عرس واري موقعي تي ٿيندڙ موسيقيءَ جي محفل ۾ جيڪو مقابلو ماري ويو، سو انعام جو حقدار آهي. اهو الڳ آهي، جيئن شاگرد "پرنڪٽيڪل" ڏيندا آهن. ان ڪسر جي ٽيسٽ ۾ "فيور" به هلندو آهي. جڏا چڙهي وڃن،



شهناز سومرو (ساٿي) ۽ ثريا بلوچ

وڏا ڪري پيون. مقابلي واري وقت دوران فنڪار جو آواز، موڊ، سازندن جو ساٿ، ڪلام جا ٻول، سُر جي مقبوليت، لَي جي تيزي، مندي، موسم، موقعو ۽ محل، ماحول، تعارفي جملا، ۽ ٻيون ڪئين ڳالهيون اثر انداز ٿين ٿيون، جيڪي عام محفلن جي ڀيٽ ۾ انعامي مقابلي جي وقت وڌي اهميت حاصل ڪريو وڃن.

اهوئي سبب آهي جو لطيف اوارڊ بابت ڪجهه حلقن ۾ اختلاف اڀريا، جيڪي اخبارن تائين وڃي پهتا.

لطيف اوارڊ ٻن سالن کان ڏنو پيو وڃي. پهرئين سال ته مورڳو هيئن ڪيو ويو جو خانصاحب منظورعلي خان کي مرڳو انعامي اميدوارن جي لسٽ مان ئي ڪيڏي ڇڏيو ويو. ائين چئي، ته خانصاحب ايڏو وڏو فنڪار آهي جو انعام کان بالاتر آهي! ان طرح، سنڌي موسيقيءَ جي شاندار خدمتن جي باوجود، شاهه لطيف جي راڳ ۽ ڪلام کي دين ۽ دنيا جو سرمايو ڪري سمجهڻ وارو عظيم فنڪار شاهه لطيف جي در تان ڪو به انعام پائي نه سگهيو! جيڪڏهن ڪيس ئي سڀ کان اول اهو اوارڊ جهوليءَ ۾ وڌو وڃي ها، ته ڪير چوي ها ته اوهان خانصاحب کي انعام ڏيئي موسيقيءَ جي بيعزتي ڪئي آهي يا منظورعلي خان جي گهٽتائي ڪئي آهي؟

انهيءَ طريقي جو ٻيو عيب هي آهي ته هڪڙو فنڪار ڪيترا سال انعام کٽيندو رهي، ته ڪنهن فنڪار جو ڪڏهن واروئي نه اچي. ساڳئي وقت، هڪڙوئي فنڪار، هڪ ئي مقابلي ۾ ڪلاسيڪي، لوڪ، روايتي ۽ خصوصي انعام کٽي وڃي.

پهرئين سال خانصاحب مرحوم کي دائري کان ٻاهر ڪيڻ واري واردات کان پوءِ، ٻئي سال وري ٻئي نموني جي واردات ٿي. اها هيءَ جو لوڪ راڳ جو انعام محمد يوسف کي ڏنو ويو. محمد يوسف اسان جو سدابهار فنڪار آهي، جنهن تي اسان کي ناز آهي. پر هئڻ ائين گهربو هو ته لوڪ راڳ جي انعام لاءِ رڳو عام مشهور لوڪ فنڪارن کي ئي اميدوار طور سامهون رکيو وڃي ها. ڀورل فقير، علڻ فقير، فقير عبدالغفور، فقير يارمحمد ۽ اهڙا ٻيا فنڪار جيڪي مقابلي ۾ شامل هئا، تن منجهان ڪنهن کي لوڪ راڳ جو انعام ملڻ کپي ها.

اتفاق آهي يا ارادو، پر معاملو ڪنهن تڏهن ٿئي ٿو، جڏهن ٽئين ٻنهي وارداتن جو مفيد نتيجو محمد يوسف جي حق نڪتو. کيس پهرئين سال به اوارڊ ڏنو ويو، ۽ ٻئي سال به. ۽ اهي ٻئي سال عابده پروين جو انعام کٽي نه سگهڻ، هڪ الڳ واردات آهي.

اسين پنهنجي طرفان ڪنهن به قسم جي عدم اعتماد جهڙي ڳالهه ڪرڻ بنا، صلاح ڏينداسين ته لطيف اوارڊ جي نوازش واري طريقي تي نظرثاني ڪئي وڃي. جيستائين ڪو واضح طريقو پيدا ٿئي، تيستائين اسين غير انعام يافته فنڪارن کي مشورو ڏينداسين ته هو شاهه لطيف جي در تي حسب سابق، شڪر ۽ صبر جي پراڻيءَ روايت کي برقرار رکن.






نئون سگهارو

# سڀني کان سُٺو ڌوئي سرف

## فرق صاف ظاهر آهي

نئين سگهه واري سرف هاڻي نئين فارمولا سان گڏ اڳوڻي کان وڌيڪ اڇو ۽ اجريل ڌوپ ڪري ٿو، ڇو ته نئين سگهه واري سرف جي گجي ڪپڙي جي سڳن ۾ گهڙي، ميرائي جي ذري ذري کي ڇڪي ڪڍي ٿي.

نئون سگهارو سرف هر قسم جي ڪپڙي، خاص ڪري سوٽي ڪپڙن جي ڌوپ لاءِ ڏاڍو سُٺو آهي.

واحد وَسائِينس
آهون عالمجون سُٺي
موڪل ٿِئي مينهن کي
ٻِرمَر ترسائِينس
وسائي واٽن تي
اوپر اُپائِينس
پڪا پکن سامهان
اوڙي اڏائِينس
صاحب ساري سنڌ تي
بادل برسائِينس
هُونِ سدائين هِتهين
رب تون رهائِينس
"مصري" ملائِينس
ڪنڊ وانگر ڪير م -



مصري شاهؒ

واحد وَسائينس

آهون عالم جون سُٽي

موڪل تِنئي مينهن کي

تِرِ مَ تَرِ سائينس

وسائي واٽن تي

اوپر اُپائينس

پڪا پڪن سامهان

اوري اَڏائينس

صاحب ساري سند تي

بادل برسائينس

هُونِ سدائين هِتِهين

رب تون رَهائينس

"مصري" ملائينس

ڪنڌ وانگر ڪير ۾ -



مصري شاهه رح

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي ڪي ڀاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“. ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)